# حق ۽ واسطا هٿيڪا

ڪتاب جو نالو : ٽون ئي ٽون.
شاعر : ظفر عباسي.
صنف/موضوع : شاعري.
ڇاپو : پهريون.
سال : 2007ع
ڪمپوزنگ : اي اي خاصخيلي ۽ خالد سومرو
لي آئوٽ ۽ ڊزائيننگ : ايس اي پٿو ۽ شهباز علي ميمڻ
ٽائيٽل : اين ٽي گرافڪس.
ڇپيندڙ : وينس پرنٽنگ پريس، ڪوڪر محلو، حيدرآباد.
ڇپائيندڙ : نيو ٿنڪرس فورم.
نسيم نگر فيز III، قاسم آباد، حيدرآباد.

**ملهه: =/80 رپيا**

**TTOON EE TTOON**
(A Collection of Poetry Verse in sindhi Language)
[redacted] :NEW THINKERS FORUM
[redacted] :Nasim Nagar Phase III.
Qasim Abad .Hyderabad .sindh .Pakistan.
Year of Publication 2007
Price per Copy Rs=/80 :

# ارپنا

پنهنجي جيون ساٿي
عابده
۽ ٻارڙن
ارسلان (هالار)
ذيشان (وقار)
حسنين
جي نالي

ظفر عباسي
10.02.06

## پبلشر پاران

ظفر عباسيءَ جي شاعريءَ جي مجموعي ”تو تہ چيو هو...“ کي پڙهندڙن پاران بهترين موٽ، اسان کي ان واعدي نيائڻ لاءِ اتساهيو، جنهن ۾ اسان سندس غزلن ۽ ترائيلن کان سواءِ ٻين صنفن ۾ کيل 22 سال اڳ جي شاعري جي ٻئي مجموعي کي اوهان جي نگاهن آڏو آڻڻ جو وچن کيو هو.

اهو تمام گهٽ ڏٺو ويو آهي تہ ليکڪن جون ننڍپڻ جون لکڻيون جڏهن ايڏي وٿي کان پوءِ پڌريون ٿين تہ بہ ايترو ئي مان ماڻين، جيترو ظفر عباسيءَ جي شاعريءَ ماڻيو آهي. ان ۾ ظفر عباسيءَ جي جذبن جو ڪمال شامل آهي، جيڪي ”پٽي پراڻا نہ ٿين“ جي مصداق اڄ بہ نڪور آهن. سندس هيءُ مجموعو بہ اهڙن ئي جذبن جو مظهر آهي. جيڪي ڪالهہ بہ نوان هئا. اڄ بہ نوان آهن ۽ سڀاڻ بہ نوان رهندا.

ظفر عباسي جي هڪ ٻي خصوصيت بہ آهي تہ هو جيترو بهترين نثر نگار آهي، اوترو ئي بهترين نظم نويس پڻ، جيڪا خصوصيت بہ تمام گهٽ ليکڪن کي نصيب ۾ ايندي آهي. ٿين ايئ ۾ لکيل سندس ڪهاڻين جا مجموعا جيڏا پڙهندڙن وٽ مقبول ٿيا اوترو ئي سندس شاعريءَ جا هي مجموعا بہ پڙهندڙن وٽ مقبوليت ماڻي رهيا آهن. اهو ئي سبب آهي جو اسان سندس نڪور شاعريءَ جو مجموعو ”مون ۾ تون“ پڌرو ڪرڻ جو بہ هڪ دفعو ٻيهر واعدو ورجايون ٿا. اوهان جا رايا ۽ ويچار وري بہ ظفر ۽ اسان جي رهنمائي ڪندا رهندا.

پبلشر

# سٽاءُ


ظفر جي ٻوليءَ جو لستعمال نج پنهنجو آ (مهاڳ) وسيم سومرو 06

ليکڪ فن ۽ شخصيت (تاثر، رايا ۽ ويچار) تاج جويو 10

واحد پارس هيسباڻي 11

هما ايس 12

شاعر پاران 14

نثري نظم 17

تجريدي نظم 112

چوسٽا 117

ٽه سٽا 118

گيت 119

وايون 121

بيت 125

دوها 127

# ظفر جي ٻوليءَ جو استعمال انوکو ۽ نج پنهنجو آهي

نئين ٿهيءَ جيڪا. ادب ۾ ڪوتا جي اپ تي تارن، تيڙن ۽ ڪتين سمان ايري انهيءَ ۾ آغا قيوم، عاشق هالائي، ڪنول سنڌي، عرفان مهدي، نظير منگي، ادريس جتوئي، انجم سومرو، روشن ڪلهوڙو، علي نواز قل، حيدر شاهه، لياقت رضوي، ناز سهتو بيا ڇٽا پٽا نظر آيا. انهن ادب ڏانهن تمام تڪڙي وک وڌائي پنهنجو پاڻ موکيو آهي ۽ انهن سنگ، ڪي ڪوي/شاعر بلڪل سياري ۾ وهندڙ سنڌوءَ جي وهڪ سمان، پنهنجي پنهنجي پيچري ڪي پختگيءَ سان وني هلندا رهيا آهن. جيتوڻيڪ ڪيترن ڪي سڌ ٻه ڪانهي تہ اهي ايندڙ وقت جا سٺا ڪوي/شاعر ليکبا. اهڙن مان هڪ ڪوي/شاعر ظفر عباسي آهي جيڪو هوندئن تہ ڪهاڻيڪار ۽ پ ناءَ سان سڄاتو وڃي ٿو پر اڇانڪ سندس من جي ستل ڪوتا سر ت، جاڳندي ڪيس چيو،

ورق اٿلائيندو وڃ،
۽ شعر ڪٽندو وڃ!

۽ اهڙي ريت هو ذهن جا نپيل ورق اٿلائيندو ويو ۽ انهن تان انوکا گيت، شعر ميڙيندو ويو ۽ ان جو هڪ ڪتابچو جڙي پيو جيڪو "تو تہ چيو هو..." جي سري سان سمويل آهي، ظفر جي شاعريءَ ۾ هلڪي تڙپ آهي، بلڪل اهڙي، جهڙي ڪن نهنين اکين جي ڏسڻ سان محسوس ٿيندي آهي. هونءَ تہ جڏهن ڪڪر زور سان ٽڪرائجندي وسندا/برسبا آهن تہ انهن ڪي ٻہ پنهنجي انوکي سونهن هوندي آهي، جيڪا هانءَ کي لوڏي وجهندي آهي پر ظفر جي شاعريءَ ۾ خيالن جو اهڙو تيز ٽڪراءُ ڪونهي، جيڪو هانءَ کي لوڏي وجهي. بهرحال ظفر جي ڪوتا/شاعري، گونگي مينهن سمان آهي. جيڪو بنان ڪنهن آواز جي جهم هڻي وسندو اهي.

ظفر ايرندي ئي فن جو سهارو وني تخليقي شعر/گيت ڏنا آهن، جن مان ڪن تي ايرين شاعرن جو اثر بہ اٿس. درّاصل اهو مسئلو نہ فقط ظفر سان لاڳو آهي پر اسان مڙني ايرندڙن سان بہ. تنهن هوندي

۽ ظفر جي ڪوتا/شاعري ڪو نج اولڙو ڪانهي. سندس شاعريءَ کي پڙهڻ سان اهو احساس من مان الرون ڏيئي اڀري ٿو تہ ظفر هڪ عرصي جو ڏاڪو لتاڙي هڪ الڳ حيثيت رکندو. ڇو تہ هينئر ئي سندس ٻوليءَ جو استعمال انوکو ۽ نج پنهنجو آهي.

محترم محمد ابراهيم جويو لکيو آهي تہ "هر دور جو حقيقي شاعر پنهنجي مضطرب روح جي اظهار ۽ انقلاب آفرين پيغام جي بيان لاءِ پنهنجي جدا ٻولي استعمال ڪندو آهي."

آئون سمجهان ٿو تہ "مان اڪيلو هجان" ۽ "جيون. رنگن جو ڪينواس" ظفر جا اهڙا نظم آهن. جن ۾ سندس ٻوليءَ جو استعمال نج پنهنجو آهي. ظفر کي رومانوي شاعر ڪوٺجي تہ وڏاءُ ڪو نہ ٿيندو. هونئن بہ هر ليکڪ پنهنجي پنهنجي حالتن کي پسي قلم جي نوڪ کي ڪاغذ جي ڇاتيءَ تي هلائيندو آهي ۽ هو وقت آهر ادب سرجيندو آهي پر تڏهن بہ ليکڪ کي حقيقت پسند ٿيڻ گهرجي، نہ ڪي رومانيت جي بيٺل ڍنڍ تي غير حقيقي ڳالهيون ڪرڻ گهرجن.

ڪيرت ٻاٻاڻي لکي ٿو تہ "هڪ رومانوي ڌارا آهي جنهن ۾ حقيقتن کي سهڻو ۽ رنگين ڪري ڏيکاريو ٿو وڃي. انسان جي امنگن ۽ احساسن کي آسمان ڏانهن اڏايو ٿو وڃي!" ۽ وري اڳتي لکي ٿو "صحتمند رومانوي نظريو اهو آهي جيڪو انساني امنگن ۽ احساسن کي ڪشادو ٿو ڪري، ارادي کي محڪم ٿو بڻائي، بهتر زندگيءَ لاءِ تڙپ ٿو پيدا ڪري ۽ انسان کي حسين خواب ڏيکارڻ سان گڏوگڏ انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪشمڪش ڪرڻ تي آماده ٿو ڪري!"

دراصل ظفر ۾ اهي ٻئي لاڙا آهن، جنهنڪري ڪيس اڳتي هلي هڪڙو رخ وٺڻو پوندو، ڇو تہ ڪڏهن تہ هيئن ٿو لکي تہ:

هر ماڻهوءَ ۾ ريٽو رت،
ڇا جا ويڇا، ڇا جي ذات.

☆☆☆

پيٽ بکئي ۾ بک جي ميوزڪ.

☆☆☆

اسان پڪل هئين نہ مرنداسين،
سچ جي هيٺ بہ لٽو.!



يا

هو ماريندو رهندو، مان مرندو رهندس،
هو پوري رهندو، مان چمندو رهندس.

۽ سندس هڪ مڪمل نظم "ٻوساٽ ٻم جي خالق ڏانهن" جي عنوان سان. اهڙا شعر آهن جن ۾ انسان سان انس آهي. سندس حسرتن جو احساس آهي ۽ انهن لاءِ ڪشمڪش آهي، پر سندس هي شعر پڙهو.

"سڪل وڻ جو اسڪيچ"، "آخري ڪس"، "مايوس شاعر" يا "موت جي علامت" اهي ظفر جا اهڙا نظم آهن، جن ۾ مايوسي آهي ۽ اها ٻہ اهڙي مايوسي جنهن مان اميد جو ڪو ٻہ ڪرڻو نڻو ايري، حقيقتن ڪي جيئن جو تيئن پيش ڪرڻ، حقيقت نگاري ڪانهي! فنڪار هميشہ پهرين اگرين ۽ ڪڙين حقيقتن ڪي پنهنجي فن جي گهري اک سان پسي ڪري انهيءَ ۾ اهڙو تہ سنياس سموئيندو آهي جو اها اگري ۽ ڪڙي حقيقت ڪلا جو روپ وٺي ماڻهن جي پڄرندڙ سينن ۾ لهي ويندي آهي ۽ اثر ساڳيو ڇڏيندي آهي. جنهن جو ردعمل اجرو ڪير جهڙو ٿيندو آهي ۽ اهو ئي ڪلا جو ڪمال هوندو آهي. انهيءَ لحاظ کان ظفر جا گيت، جيئن جو تيئن پيش ڪيل آهن. اڳتي هلي ظفر ڪي انهن ۾ پنهنجي ذهني فنڪاريءَ جو جادو سمائڻو پوندو ۽ پنهنجي شاعريءَ ڪي اميد جي دائري ۾ سمائڻو پوندو.

ظفر انفرادي پريت جي ٻڪ ۾ ايترو تہ جڪڙيل آهي جو "سلائيڊٻس" نظم ۾ هن جو خيال آهي تہ سندس رت جي هڪ هڪ ٻوند ۾ سندس پريتما جو اسڪيچ ئي هوندو! ۽ هڪ تہ نظم "دعويٰ" ۾ هو فقط ڪاربان جي موجودگيءَ ۾ جيئڻ جي هام ٿو هڻي. اهو تمام گهرو " Will Powerآهي پر افسوس رڳو اهو آهي تہ انفرادي ۽ ساڳي ريت سان هوا سان عقيدت ٻہ پريتما تحت آهي. آئون سمجهان ٿو تہ ظفر يورپ ۾ ههڙا گيت ۽ نظم تخليق ڪري ها تہ مهان ڪوي ليکجي ها پر سنڌ جون حالتون ڪجهہ اهڙيون آهن جن ڪي مدنظر رکي ڪري ظفر جي شاعريءَ تي ڳالهائڻو پوندو/ويچارڻو پوندو ڇو تہ سماج سان اڪبوٽ ڪرڻ وارو "سماج دشمن" سڏبو.

اسان جو هينئيون سماج. جنهن جا اسان اڳواڻ آهيون! ڪوي جسيم الدين لکي ٿو تہ "سماج ڪي اڄ جي اديب/شاعر

ڪان نفرت ۽ حقارت نہ ڪرڻ گھرجي. دراصل اسان سماج جون جيئريون جاڳنديون يونيورسٽيون آهيون. اسان جو ڪم اتان شروع ٿو ٿئي، جتي تعليمي ادارن جو ڪم ختم ٿئي ٿو. اسين سماج/ماڻهن کي فن ۽ زندگي بخشون ٿا!" انهيءَ لحاظ کان ظفر جي دک جو دائرو محدود ٿو ڏسجي. جيتوڻيڪ! گهرو تمام گهٽو آهي، ظفر کي پنهنجي اتم پريتما سان گڏ پنهنجي وسهوڙيل سماج ڏانهن بہ اک کڻڻي پوندي، جيڪو ننگي وڻ وانگر سياري ۽ اونهاري ۾ سڙندو سڪندو ٿو وتي.

اها بہ ڳالهہ آهي تہ ظفر جي ڪجهہ شاعري حقيقت جو عڪس چٽي ٿي. اهڙي قسم جو هڪ نظم "1981ع جي نالي" آهي! جنهن ۾ سال کي اهڃاڻي طور ورتو ويو آهي ۽ انهيءَ سان گڏ سندس هڪ دوها غزل بہ آهي! جنهن ۾ "جيون" جا انيڪ روپ تشبيهي استعارن جي تاجي پيٽي ۾ بند ڪري پيش ڪيل آهي.

مجموعي طور ظفر جي شاعري، آس ۽ ياس جو سنگم آهي، جنهن مان ڪڏهن زندگيءَ لاءِ هڳاءُ ٿو اچي تہ ڪڏهن ڪٿي بوءِ. وري بہ ظفر ابرندڙ شاعرن مان انوکو شاعر آهي. هن رڳو قافين تي زور ڪونهي ڏنو، نہ ئي وري ڇهري جي سونهن جي معرفت ادب ۾ پير کپايو آهي.

**وسيم سومرو**
مارچ 1982ع
نواب شاهہ
(جيون جو پهريون مهاڳ)

# ليڪڪ: فن ۽ شخصيت

(تاثر- رايا ۽ ويچار)

## ظفر جي نظمن ۾ ڪافي نواڻ آهي

ظفر جا نظم، آزاد نظم ۽ تجريدي نظم، سڀ جا سڀ تہ نہ پر ڪجھ بهتر چئي سگهجن ٿا. آزاد نظمن ۽ تجريدي نظمن ۾ ڪافي نواڻ موجود آهي.

مثال طور هن تجريدي نظم کي ڏسو.

ڏينهن، رات جي ڪنڌ ۾
ٻانهون وجهي
ڪانئس پڇيو:
"تون ايترو روئيڻ ڇو ٿي؟"
رات روئندي، سڏڪندي چيو:
"ڇو جو تون ايترو ڪلين ٿو!"

هيءُ آزاد نظم بہ جديد رنگ ۾ ورتل آهي:

منهنجي جسم جي
سموري رت جا
سلائيڊس ناهي،
مائيڪرو اسڪوپس ذريعي
ڪو پي تخليقڪار
تجرباتي طور تي
ٽيسٽ ڪندو تہ
هر "ريڊ بلڊ ڪارپلس" ۾
هر "وائيٽ بلڊ ڪارپلس" ۾
ڪيس نظر ايندو
تنهنجي ڇهري جو عڪس!

"جيون- رنگن جو ڪينواس"، "جي اڄ ٿي تون ملي پوين" ۽ "1981ع جي نالي" نظم بہ چڱن نظمن جي قطار ۾ ڳڻي سگهجن ٿا.

ظفر جا بيت "قومي سوچ" سان هم آهنگ آهن. هيءُ بيت وقت جي حالتن جو سنو عڪس پيش ڪري ٿو:

ٻنائيءَ جي ٻوڻ تي، واتن کي تالو،
رهيو آ انصاف جو، باقي ڪو نالو،
ڏاهپ ڏيوالو، جاهل ڪڍيو جوءِ مان!

1988 .08 .18/تاج جويو

# ذات جو خاص قرب مائيندڙ

"ڏات رُسي تہ سگهي ٿي پر بيوفائي نہ ٿي ڪري سگهي" اها واقعي ۾ حقيقت آهي. مون وٽ ان جا ڪيترائي مثال موجود آهن. ان جو هڪڙو مثال ظفر عباسي بہ آهي. مسلسل 20 سال شاعريءَ کان ڏور رهڻ ڪانپوءِ ڪيترن ائين سمجهيو تہ شايد ڏات هن سان سڀ تعلق ٽوڙي هلي وئي آهي ۽ هاڻي شاعري ۽ هن جو پاڻ ۾ ڪو واسطو ناهي رهيو. 20 سال واقعي وڏو وقت آهي پر ڏات ديويءَ جو هن سان وري ٻڪجي پوڻ ۽ سندس اڳ کان بہ اڳرو ٿي لکڻ مان اها ڳالهہ ثابت ٿي تہ "ڏات رسي تہ سگهي ٿي پر بيوفائي نہ ٿي ڪري سگهي!" ظفر عباسي جي ماضيءَ جي شاعري ۽ هاڻوڪي شاعريءَ ۾ ڀيٽ ڪجي ٿي تہ ٻنهي جي سونهن ۾ تہ ڪو فرق نظر نٿو اچي باقي موضوعاتي لاڙو ڪجهہ مختلف محسوس ٿئي ٿو. سندس ماضيءَ جي شاعريءَ ۾ انقلابيت جو جام اثر آهي، ان ۾ گهٽ شعرن مان فراق جو درد ٽمندي نظر اچي ٿو پر هاڻوڪي شاعريءَ ۾ رومانس جو ڀرپور جلوو آهي. تخليقڪار تہ هوندو ئي حساس آهي پر ظفر عباسيءَ ۾ مون اها حساسيت انتها درجي جي ڏٺي آهي، هو ٻئي جي تڪليف تي روئي پوندڙ ۽ پاڻ کي نقصان ڏئي بہ ٻئي جو فائدو سوچڻ وارو ماڻهو آهي، اسان وٽ اهڙا ماڻهو تمام گهٽ آهن. عام تاثر اهو آهي تہ جيڪو تيز لکندو آهي. ان جي تخليق ۾ اهو معيار نہ رهندو آهي پر ظفر عباسيءَ واري معاملي ۾ مون صورتحال ان جي ابتڙ ڏٺي آهي، تڪڙو لکڻ باوجود هن جي ڪنهن بہ تخليق ۾ يڪسانيت. ورجاءُ ۽ هڪ جهڙائي ڪونهي، گهڻو لکڻ سان گڏ هو سٺو بہ لکي رهيو آهي. جنهن مان ڏات جو سندس مٿان گهڻو مهربان هجڻ ظاهر ٿئي ٿو. مون سان هڪڙي عجيب صورتحال آهي تہ جڏهن ڪير مون کان ماضيءَ جي بهتر شاعرن جو پڇي ٿو تڏهن بہ منهنجي پسند وارن شاعرن ۾ ظفر عباسيءَ جو نالو شامل هجي ٿو ۽ جڏهن ڪير حال جي شاعرن جو پڇي ٿو تڏهن بہ ٻين نالن سان گڏ مان ظفر عباسيءَ جو نالو ڪڻان ٿو. ماضيءَ ۾

رنو ڪو نہ هوسين بصر پئي وڌيا،
اسان جا لڙڪ هي سپ دغا ئي صحيح،
پتلا وفا جا اوهان ئي صحيح،
اسان بي وفا بي وفا ئي صحيح.

جهڙو شاهڪار چوسِتو لکندڙ ۾ هاٿي

تون آئينءَ تہ روشن هي گهر تي ويو،
سجايو هي جيون سفر تي ويو،
نگاهون نگاهن سان اٽڪي پيون،
ائين راهہ ويندي ٿڪر تي ويو.

جهڙو خوبصورت شعر سرجيندڙ ظفر عباسي مسلسل 20 سال شاعريءَ جي ياڪرن کان محروم رهيو هو. يقين ئي نتو اچي. سندس شعرن وچ ۾ ڪٿي بہ تسلسل ٽٽل نتو لڳي. فرق رڳو اهو آهي تہ هن ڪالهہ انقلاب تي گهڻو لکيو هو جيڪو پڻ رومانس جو حصو آهي ۽ اڄ محبوب جي محبوبيت ۾ محو آهي پر هن پنهنجي شاعريءَ مان اها انقلاب جي خوشبوءِ وڃڻ ناهي ڏني. سنڌ جو هي سهڻو ڪوي شل ان ئي تيزي ۽ خوبصورتيءَ سان لکندو رهي.

**واحد پارس هيسباڻي**

## پيارو ليکڪ - پيارو ماڻهو

سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ هڪ نمايان نالو ظفر عباسي بہ آهي. ظفر اهو ڪهاڻيڪار آهي جنهن جي اندر ننڍي لاءِ کان اهو فنڪار موجود آهي جيڪو پنهنجو پاڻ ۾ بي پناهہ تخليقي سگهہ سمايو ويٺو آهي. سندس ڪهاڻين جا ڪردار سندس آس پاس پکڙيل آهن. هو انهن کي ڪهاڻين ۾ آڻي کين آئينو ڏيکاري ٿو ۽ جن مان معصوم ڪردار هڪ پلڪ لاءِ مرڪ جو سلام ظفر کي ڏين ٿا پر پيانڪ ۽ ميرن چهرن وارا گدلا ڪردار مٿس ڏمرجي وڃن ٿا. هي اهو سچو ۽ بي ڊپو اديب آهي جنهن جي ڪنهن بہ نڪتي کي چئلينج ڪرڻ پاڻيءَ ۾ لنيون هڻن برابر آهي. ظفر نهايت پراعتماد. پربور شخصيت ۽ طبيعت ۾ مانيٽو آهي. بهرحال هن جي لکڻين مان ظاهر آهي تہ ان زندگيءَ ۾ ڏک بہ سهيو آهي ۽ خوشي بہ. زندگيءَ جي ڏکين توڙي سولن رستن تان گذرندڙ هن قلمڪار ادب جي دنيا ۾ اسان جون ڪيترين ئي خدمتون ڪري، اسان سڀني جي دل ۾ جڳهہ ناهي ورتي آهي. هو اهڙي مقام تي پهتل آهي جو

ڪيترائي سينيئر توڙي جونيئر ليکڪ ان کي ساراهڻ ۾ ناهن ڪيٻائيندا. تڏهن ظفر فخر ضرور محسوس ڪندو آهي پر سندس ذات ۾ پوءِ بہ انڪساري ۽ نماڻائي تڏي مٽيءَ جي احساس جيان قائم رهي ٿي. مون جيڪي بہ ظفر جون ڪهاڻيون پڙهيون آهن، انهن جي لحاظ کان پانيان ٿي هو گهڻو ڏکايل آهي. هو جڏهن بہ درد جي ڳالهہ ڪري ٿو تہ محض هوائي ڳالهہ نہ ٿي هجي هو درد جي فلاسافيءَ کي سمجهي، محسوس ڪري ۽ پوءِ ڪاغذ تي آڻي ٿو. ڪهاڻين جي صورت ۾ ان جي لکڻين ۾ مان ايترو تہ ڪوئجي ويندي آهيان جڻ مان بہ انهن جو ڪو ڪردار هجان، جڻ انهن ڪردارن جو ڏک پنهنجو ڏک محسوس ٿيندو آهي. ظفر جون ڪهاڻيون اسان جي سوسائٽيءَ تي هڪ وڏي چٽر وانگر بہ آهن. اهو چوڻ بي جا نہ ٿيندو تہ ظفر ادب ۽ اشاعت جي ميدان ۾ هڪ بهادر ۽ باضمير سپهہ سالار آهي. ظفر پنهنجي اندر جون ڪيفيتون ۽ سماج جي انا پرستيءَ کي اعليٰ هنرمندي ۽ انتهائي سادگيءَ سان ظاهر ڪيو آهي، مان هن جي انداز بيان ۽ جادوءَ ۾ جڪڙجي وئي آهيان. سندس ڪهاڻين ۾ ڪيترن ئي لطيف جذبن ۽ احساسن جي ڪٿا آهي، هن وٽ ڪٿي بہ دل جون ڊپليڪيٽ ڇاپيون نهيل نہ آهن، هڪڙا معصوم احساس آهن جيڪي پڙهندڙن جي روح جي گهراين کي ڇهي وڃن ٿا. هن جي ڪهاڻين ۾ ننڍا ننڍا، دل ۽ ذهن کي ڇهندڙ احساس آهن، جيڪي ظفر خوبصورتيءَ سان چٽيا آهن. منهنجي ذاتي راءِ مطابق ظفر جيترو پيارو ليکڪ آهي، اوترو ئي پيارو ماڻهو بہ.

**هما ايس**

# منهنجي ذات ذوهاري

1982ع ۾ جڏهن منهنجي ڪهاڻين جو ٽيون مجموعو "سوال ڇهرا جواب ڇهرا" شايع ٿيو تڏهن الائي ڇو مان رليڪس ٿي ويس، ايستائين جون مون ڪنهن دوست کي اهو به چيو هو ته "هاڻي جيڪڏهن منهنجي جيون جي پڄاڻي به ٿئي ٿي ته مون کي اهو ڏک نه رهندو ته ڪو مون پنهنجو جيون اجايو وڃايو" آءٌ اعتراف ٿو ڪريان ته آءٌ بنيادي طور تي نثر جو ماڻهو آهيان. هر ماڻهوءَ کي پنهنجي ماحول منجهان اتساهه ملندو آهي. منهنجي ماحول ۾ منهنجي بابا شفيع محمد ڪلهوڙو جو انتهائي اهم ڪردار رهيو. هو پورهيت هيو. (مون جيان) زندگيءَ جو هر پورهيو هن ڪيو. مون هن کي ڪڏهن به واندو ويٺي نه ڏٺو ۽ جڏهن پورهئي جو ٽڪ ڪيس ڇُور ڪري وڃهندو هو تڏهن هو رليڪس ٿيڻ لاءِ فلمون ڏسندو هو يا قصن ڪهاڻين جا ڪتاب پڙهندو هو ۽ جيڪو قصو يا ڪهاڻي ڪيس وڻندي هئي اها اسان سيني گهرياتين کي رات جو سمهڻ مهل ڪتابن مان پڙهي ٻڌائيندو هو. هن جون ڪهاڻيون ٻڌڻ لاءِ اسان جا ڪافي مٽ مائٽ اسان وٽ اچي ترسندا هئا. اتان قصي ۽ ڪهاڻي سان منهنجو تعارف ٿيو.

درسي ڪتابن ۾ باراڻي شاعري وڻندي هئي. باقي شاعري پاڻ ئي نه پوندي هئي. ان ڪري ان کي پڙهڻ جي ڪوشش به نه ڪندو هئس. جڏهن منهنجي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو (1979) ... شايع ٿيو ته منهنجي محسن استاد سکيا خان جنا حڪم ڪيو ته ... ڪندارو مان کو ڪتابي سلسلو شروع ڪر. ڪتابي سلسلي جي

ڏس ۾ مان ہيو سڀ ڪجهہ ڪري سگهيس پئي پر شاعريءَ جي چند چاڻ مون لاءِ ممڪن نہ هئي. ان ڪري مون معذرت ڪئي پر استاد سائين چيو تہ شاعريءَ جي سڪيا توکي آءُ ڏيندس. جنهن ڪانپوءِ اسان ساهتي پبليڪيشن ڪنديارو جو اشاعتي سلسلو شروع ڪيو ۽ منهنجي شاعري سان آشنائي تي جيڪا اڳتي هلي "شاعريءَ جون صنفون" جي روپ ۾ ظاهر ٿي.

اهي ئي ڏينهن هئا، جڏهن منهنجي جيون جي جهڳيءَ ۾ پريم جي تازي هوا جو پهريون جهونڪو گهليو ۽ الائي ڪيئن مون کان شاعري سرجڻ لڳي. ڪهاڻيون لکڻ جڻ وسري ويون ۽ شاعري منهنجي روح جي گهراين ۾ پيوست ٿي ويئي. تن ڏينهن ۾ ئي نصير مرزا جي شاعريءَ جو مجموعو "خوشبو جي سنگ سنگ" ڇپيو هو. مون کي هن جي نثري شاعريءَ سان اختلاف هو ۽ رڳو اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ "اهڙي شاعري تہ مان بہ ڪري سگهان ٿو" مون نثري شاعري سرجڻ شروع ڪئي تہ هي مجموعو تيار ٿي ويو. مون ڪيئي ناميارن ليکڪن جي ٻاراڻي اوستا جي لکيل تحريرن کي ڇپيل حالتن ۾ ڏٺو تہ منهنجي بہ خواهش ٿي تہ جوتاڙ صدي اڳ، جون لکيل هي اَيريون سيريون لکڻيون اوهان جي حضور ۾ حاضر ڪريان. ٿي سگهي تہ منهنجون من ڀاونائون ۽ اوهان جون من ڀاونائون هڪجهڙيون هجن، جو ڪائنات ۾ محبت ۽ نفرت جا احساس لڳ ڀڳ هڪجهڙا ٿين ٿا.

اسان جو دوست ناز سهتو چوندو آهي تہ "پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو مسئلو اهو آهي تہ جيڪو ماڻهو جتي هجڻ گهرجي، اهو اتي ناهي ۽ جيڪو جتي آهي اهو اتي نہ هجڻ گهرجي" اهو تمام وڏو سچ ۽ تاريخي جملو آهي.

ذريعہ معاش ماڻهوءَ کي ڪٿان ڪٿي ڪٿي وڃي ٿو اڇلائي؟! سو تہ اوهان بہ ڏٺو هوندو. ماڻهوءَ کي سڀ ڪجهہ وسارڻو ٿو پوي. ايستائين جو ڪڏهن پيار بہ!! 20 سالن تائين ڪو شاعر شاعري سرجڻ کان پرانهون رهي سگهي ٿو؟ جڏهن تہ هن جو گذر بہ شاعريءَ جي انبارن مان ٿيندو هجي! ها بلڪل

جڏهن ان جي جيون جي جهوپڙي ۾ پيار جو ڏيئو نہ ٻري تہ اتين ئي
ٿيندو آهي.

ويهن سالن پڄاڻان منهنجي اندر جي الجهنن ۾ گم ٿي ويل شاعر کي چاهتن جي چوماسي هوائن اچي ڳولي لڌو تہ جڻ آءُ زنده ٿي ويس. ها ٽن سالن کان شاعر سان شاعري پرچي پئي آهي. اهو سرچاءُ ڪيستائين هلي ٿو؟ اهو انهن ٻنهي تي منحصر آهي. منهنجو ڪم اها شاعري ترتيب ۾ آڻڻ جو آسو ڏيان پيو.

شاعر ڏاڍا سياڻا هوندا آهن. هو پنهنجي نالي ۾ ٻين جي من ڀاونائن جون ڳالهيون ڪري ويندا آهن ۽ ٻين جي نالي ۾ پنهنجي احساس نگاري ڪري وٺندا آهن. هن مجموعي ۾ بہ ائين ئي آهي. ڪي منهنجون ڳالهيون آهن تہ ڪي اوهان جون تہ ڪي اسان جون! ان ڪري اهي ڳالهيون اوهان کي پسند آيون تہ منهنجو پورهيو سجايو محسوس ٿيندو.

اوهان جو
**ظفر عباسي**
**21-11-2006**

# همزاد ڏانهن

او منهنجي همِ عمر
همر نظر
همعصر
همسفر!
ٽائيم پيس جي بيل تي
صبح جو جاڳڻ کان وٺي
ٽرنڪولائيزر گوريون وٺي
رات جو سمهڻ تائين
مشيني ڪلن
۽ سائنسي ايجادن سهاري
جيان پيو
پر پوءِ بہ توکي ڏاڍو
مِسِ ڪيان پيو!

## بيوفا نہ سمجھجان!

توکان موڪلائڻ وقت
دل چيو تہ
بہ لڙڪن اکڙين مان لاڙيان
بہ هنجون هنيئين مان هاريان
بہ ڳوڙها ڳلن تان ڳاڙيان
پر...
منهنجي اکين ۾ لڙڪ نہ هئا.
منهنجي هنيئين ۾ هنجون نہ هيون.
منهنجي ڳلن تي ڳوڙها نہ هئا.
منهنجون اکيون، هنيئون ۽ ڳل
سڪي بيٺاربٽجي ويا هئا
تون مون کي نہ روئندو ڏسي
بيوفا نہ سمجھجان!
بيوفا نہ سمجھجان!!
بيوفا نہ سمجھجان!!

# امن

اسان جي ڪلاشنڪوز
ايس ايم جيز
۽ ايل ايم جيز مان پيي
لفظ پيا اوڳاڇجن
گل پيا تا پڪڙجن

۽ هنن جي
قلم مان پيي
گوليون ۽ راڪيٽ لانچر
پيا وسڪارجن!
ڪيئن امن ٿيندو هتي؟!!!

# مضبوط مرڪز جي پريس ڪانفرنس

ٽين دنيا جي ڏتڙيل ۽ بکايل ملڪن ۾،
هٿيارن جي اناج جي گهرج شديد ٿي ويئي آ،
نار واري لڙائي،
افغان ڇڪتاڻ،
فلسطيني ڪشمڪش،
.......................
سڄي دنيا ڄڻ جنگ جو ميدان آ،
هٿيارن جي ڏڪار جا آثار وڌي ويا آهن،
پر توهان بي اونا رهو،
بين الاقوامي امن جا بينر وهاڻي هيٺان رکي،
سفيد ڪبوترن جا پوسٽر ڊرائنگ رومن ۾ سجائي،
قومي شاعر علامہ اقبال جي شاعري پڙهو،
۽ ٽي وي تي ”قائد اعظم ني فرمايا“ ڏسو.
اسان ناناڻن وٽان جديد هٿيارن جو ٻج امپورٽ ڪرايو آ،
جن مان رڳو اسٽنگرز ائنٽي ايئر ڪرافٽ ميزائلن جو ڪرشمو،
سپر پاور جي واپسي ۽ جنيوا ٺاهہ جي ڪامراني، توهان ڏٺي،
ڪهوٽا ڪان وني ڪشمور تائين
ٻج پوکجي چڪو آهي.
فوجي فرٽيلائيزرس جا پاڻ تہ رڳو،
اسان جي نسل جا فصل ئي پلا اپائي ٿا سگهن!
ناناڻن جو چوڻ آ تہ،
هٿيارن جي ٻج جو فصل پلو وٺڻ لاءِ،
”ماٺهن“ جو پاڻ ڪارائتو آهي.
”اوجهڙي ڪئمپ“ ۾ ماٺهن جي قرباني،
رائگان نہ ويندي،
توهان ڏسجو!
جڏهن مضبوط مرڪز ۾ اهو فصل پچي راس ٿيو.
تڏهن بکايلن جا وات ڪيئن ٿا بند ٿين؟!

# ديس جا رکوال

ٻه ڪروڙ ڇهرن اسان جن تي
اي سنڌ ڌرتي
آهن تنهنجا نقشا چٽيل
جن کي اسان جي
ماکيءَ کان وڌ
منين مائرن
۽ محبوبائن
الائي ڪيترا دفعا آهه چميو
۽ هر پل، هر گهڙيءَ
اسان جو هر هڪ آدرش
تن اڳيان آهه نميو
اي منهنجا پيارا وطن!
اسان جي ڇهرن جا پنج ئي حواس
شاداب ڪن ٿا
جيون جي جند جي زمين
جيئن وهڪرا تنهنجا
آباد ڪن ٿا
هيءَ سنڌ جي زمين!
تون اسان جي سڃاڻپ آهين او سنڌو!

ون
تي
ون

اسان پنهنجي چهرن تي
دهشتگرديءَ جون چيپيون
پنهنجن جي اڻبڻتن جا پوندا
بوٽن جا نشان
۽ سهي ڪيئن سگهنداسين؟
ذارين مفادن جي گولين جا گهاوَ!
اسين پاڻ پنهنجي سڃاڻپ جا رکوال آهيون!
نين بندشن ۽ ڏيمن جا ڪرفيو
نون نالن ۽ نعرن جي شيلنگ
۽ جمهوريت جي فائرنگ!
او ڪانئرو!
اسان جي راهن ۾ ڪنڊا ته آهن
پر!
اسان پنهنجي انمول امڙين- جيجلن
۽ پيارين پريمڪائن جي
چهرين چمين جو
ڄاڻون ٿا تقدس!
اسان پنهنجي ريتن، روايتن
۽ رعايتن جا زنجير ٽوڙي
پيرين اگهاڙي!
خلوص ۽ سچائيءَ مان اجرڪ پسائي
بڏيءَ جون بليٽ پروف جيڪيٽس پائي
توهان جي فائرنگ اسڪوادن جي سامهون
توهان جون سموريون پابنديون ٽوڙي
اسين پاڻ پنهنجي
ديس جي سرحدن جي حفاظت جي ڪارڻ
جڏهن نڪرنداسين تڏهن توهان
اسان جو ڪجهه بگاڙي نه سگهندو!
اسين ديس پنهنجي جا لڄپال آهيون
اسين پاڻ پنهنجي سڃاڻپ جا رکوال آهيون!

# اڄ نہ سياڻ

اڄ نہ سياڻ! ها سياڻ!
اڄ!
ڏينهن تو صدا ڪري
۽ رات تي ادا ڪري
تہ گل اهو اتي رهي
ان ڏانهن وڌندڙ هٿ اهي
رڪجي پون، بيهي رهن
۽ موٽ ڏئي، ڏهڪائيندڙ جي ڏيل ۾
هوڙهين سان هڪ هڪاٽيءَ واسطي
آتما جي آشتيءَ جي ڪارٽي
رائيفل جي ٽريگر ڏي وڌن!
سياڻ!
سڳنڌ ڀري سرهي فضا ۾
خون پنهنجي مان ڦٽل
گلاب جو ڪو لال گل
پريتما ڪنهن جي هٿن سان سو پٽيل!
پريميءَ جي ڪوٽ ڪالر تي لڳل
ڪيڏو پو اي دوست!
سو گل سونهندو
اڄ واري جي بنسبت!

تون
ني
تون

# مون کي اڱ ۾ سـُڏ نہ هئي

ڦڙ ڦڙ مينهن وسي ٿو پيو
۽ ڦڙي واڏائي ڏئي ٿي
منهنجي سالگره موقعي تي
گيت آلاپن پيا هي وڻ ٽڻ
لهرون مون کي لوڏن پيون ٿيون
ڊانس ڪن پيا ٿا هي گل پن
منهنجي سالگره موقعي تي
لوڪ تہ ساري جو غم ناهي
تنهنجو! تنهنجو! تنهنجو غم آ
مون کي اڱ ۾ سڏ نہ هئي ڪا
رستن جي دوريءَ جي ڪارڻ
ماڳن جي مـَـتجڻ جي ڪارڻ
رشتا پي پلجي ويندا هن؟!
موقعا پي پلجي ويندا هن؟!

تون
ني
تون

# تاريخ جي بيل گاڏي

وقت جي دڳ تي تاريخ رڙهي رهي آهي بيل گاڏيءَ جيان
چنڊ تي پهچڻ ڪو مسئلو ڪونهي، مريخ تي به پهچي سگهجي ٿو
پر پنج هزار سالن تائين جيئن بيل گاڏيءَ کي ڪو
بريڪ نه وجهي سگهيو آ
ابد کان ازل تائين تاريخ کي به ڪو روڪي نٿو سگهي
ٻئي رڙهنديون رهنديون مارڳ ڏانهن
۽ هر مارڳ پنيان هڪ نئون مارڳ هوندو آ
تاريخ جي بيل گاڏي رڙهي رهي آهي
گهيچڪ گهيچڪ گهيئون گهيئون جي ڏن تي
۽ ننڍڙو ڪتنب متانئس ڳائي پيو ٿو
”هور وهيوڙي هور، هور وهيوڙي هور“
۽ وقت جي ان سَرائين دڳ تي، جڏهن ۽ جتي ڀي ڪا
رڪاوٽ پيدا ڪئي وئي آ، تڏهن
تاريخ گاڏيءَ جي پهچڻ اتي سان
نه آلاپ رهندو آ ساڳيو، نه ورلاپ، نه ڏن سا
نئين ڏن ۽ نئون ڪو آ، آلاپ ٿيندو
۽ جهٽڪي کان پوءِ
(جهٽڪي ۾ ڪجهه ڪوئڻ/پائڻ فطري ڳالهه آ)
وري ساڳي ڏن تي ۽ ساڳي ئي گيت تي
وقت جي دڳ تي تاريخ رڙهندي رهندي آ بيل گاڏيءَ جيان.

# سالگره واڌايون

وصل جي آشا رکي من ۾
ويوڳ جي صحرا، پٿڪندي پٿڪندي
زندگيءَ جا ويهه سال گذاريا اٿئي
پيرين پيادل ويهه ميل سفر ڪيو اٿئي
نرمل ۽ ڪومل هٿن سان ويهه ٽڪر ٽاڪيا اٿئي
ويهه ڏونگر ڏاريا اٿئي
ان دوران مون کي احساس آ
پنهنجي پيڙائن کان ويندي
ڪائنات جي هر ذري جي پيڙا پوڳي هوندئي
۽ تي سگهي ٿو تہ
هاڻي ڏينهن ڏکيا گذرندا هجنئي
راتيون روئندي گذرنديون هجنئي
هٿن ۾ لڦون پئجي ويون هجنئي
اداسيءَ کان ويندي مايوسيءَ جي حد کي
وڃي ڇهيو هجئي
پر!!
مايوسي روا نہ آهي
"وينداُ لڙ لهي ٽينديون اکيون اکين جهڙيون"
ويوڳ جا پل بہ ڪٽجي ويندا ۽
ضرور وصل ٿيندو تنهنجو منهنجو
۽ پوءِ گڏجي سمورن دکن کي منهن ڏينداسين
ويهہ سال دکن جا ڪاٽي
ايڪيهين سال ۾ قدم رکڻ تي مون پاران
تنهنجي همت کي داد ۽ اتساهہ
اميد ۽ آشا
سالگره ڏڻ تي انيڪ واڌايون
او منهنجا همزاد
او منهنجا جاني!

تون
ئي
تون

# بيوفا نہ سمجھان

توکان موکلائڻ ويل
دل چيو
ٻہ لڙڪ اکڙين مان لاڙيان
ٻہ ڳوڙھا ڳلن تان ڳاڙيان
ٻہ ھنجون ھيئين مان ھاريان
پر
منھنجي اکين ۾ لڙڪ نہ ھا
منھنجي ڳلن تي ڳوڙھا نہ ھا
منھنجي ھيئن ۾ ھنجون نہ ھيون
تون مون کي
روئندو نہ ڏسي
بيوفا نہ سمجھجان.

# امن شهر جا مورچا هلي سنپاليون

وري اڄ ٿي ڪويل جي ڪا ڪوڪ آلاپجي
وري ڪوئي ٻيرو گهه گهوگهو ڪندو
۽ انهن جي ئي ورلاپ ۾
هي ماڻهو سيئي چوندا
”اوم شانتي اوم - اوم شانتي اوم!“
اتو! تہ ستيارو پاڻ
دعائن سان گڏ
هٿن منجهہ هٿيار ڪٽي
امن شهر جا مورچا هلي سنڀاليون.

# وسڪيءَ جي بوتل ۾

تنهنجون ادائون
تنهنجون وفائون
تنهنجون نگاهون
تنهنجي ٻانهن جي چوڙين جون ڇڻڪارون
تنهنجي پيرن جي پايل جي گهنگهرن جي
ڇَنَنَ ڇَنَنَ ڇَنِ ڇَنِ- ڇَنَنَ ڇَنَنَ ڇَنِ ڇَنِ،
تنهنجون مسڪراهٽون
تنهنجي رخسارن جي خوشبو
ڇا ڇا نہ آهي هن وسڪيءَ جي بوتل ۾
جي سچ پڇين تہ مٺي!
زندگي آهي منجهس
پر اهو سچو سپنو آ
حقيقت ڪانهي!
ڏک رڳو اهو آ.

# ڇمڇڻ جي آشا ۾

اڙي! سونهن ديوي
سالن جو تہ حساب نہ آهي
صدين کان
ها! ڄڳن کان
هي منهنجا ڪنوارا ڪنوارا چپ
ڪومل ڪومل نيڻ
هي گلابي گلابي ڳل
ڇمڇڻ جي آشا رکي من ۾
سڪي نوٽ ٿي ويا آهن
آءُ! ڇهڻي وڃ
مان تنهنجي من آڳنڌ تي اڇي نميو آهيان.

## جيون

بس!
جيون!
لمحو لمحو
پلڪ پلڪ
گهڙي گهڙي
جهٽ جهٽ
سيڪنڊ سيڪنڊ
منٽ منٽ
ڪلاڪ ڪلاڪ
پهر پهر
ڏينهن ڏينهن
رات رات
هفتو هفتو
مهينو مهينو
۽ سال سال
جي ڏاڪڻ سهاري
گذري ٿو پيو
رڙهي ٿو پيو
ڊوڙي ٿو پيو.

# اسان ڪڏهن مري نہ سگهنداسين

مان هان جنم جنم جيئرو
تون ٿو ڦولهين قبرستان
ڪالهہ هو منهنجو لاش لَٽيو تو
اڄ مان سو جيئرو ٿيو آهيان
پوريندين جي اڄ وري
سياڻ ۾ باقي دير نہ آ
مان مرندو رهندس
تون ماريندو رهندين
تون پوريندو رهندين
مان چمندو رهندس
اسان ڪڏهن مري نہ سگهنداسين
اسان تہ جيئرا رهنداسين
۽ ملندا رهنداسين منزلن سان
قبرستان ۾ نہ
ڪٿي وسنديءَ ۾
جتي تون بہ اسان کي پَسي سگهين.

# تنهنجي پيار جي پاپ نگر ۾

تنهنجي پيار جي
پاپ نگر ۾
رات سڄي مان
رلندي رلندي
رئندي رئندي
جاڳان ٿو ۽ جاڳي ٿي ٿو
سپنا ڏسان!
تنهنجي منهنجي محبت جي
اقرارن جا،
جي تو ۽ مون
ڪيا هئا
ڪوهه جي ڪپ تي
نم جي وڻ هيٺان
پر!
اڄ ته اهو ساڳيو ٿي
نم جو وڻ به سڪي ويو آهي
تنهنجي منهنجي پيار جيان!

# سلائيڊس

منهنجي جسم جي
سموري رت جا
سلائيڊس ٺاهي
مائيڪرو اسڪوپ ذريعي
ڪو پيي تخليقڪار
تجرباتي طور تي
ٽيسٽ ڪندو ته
هر ريڊ بلڊ ڪارپلس ۾
هر وائيٽ بلڊ ڪارپلس ۾
۽ هر پليٽليٽس ۾
تنهنجي چهري جو ڪيَنس
اسڪيچ نظر ايندو.

# هن لاءِ پيي ڪو تہ رنو هو

لڙڪ نہ اگھہ تون
منهنجي ڳلن تان
لڙڪ نہ اگھہ
ڇو جو
من! اهي ئي لڙڪ
ڳل ڪندرن تي
ڪجھہ نشان
ڇڏي وڃن جيئن
جڏهين هوءَ اچي
انهن ڪندرن کي ڏسي/چمي
تہ ڄاڻي سگھي تہ
هن لاءِ پيي
ڪو تہ رنو هو!

# هوا ڪجهہ بہ ناهي

هوا!
جي سامهون
تنهنجي فليٽ جي
ان دريءَ جي
اجرڪ وانگر
جهرمٽ جهرمٽ
پردي کي لهرن ساڻ
نہ لوڏي
۽!
تنهنجي مک تي
ونڙيل وارن کي
جهوٽن ساڻ
جهنجهوڙي نہ!
تہ سرءَ سُنهن
هوا ڪجهہ بہ ناهي!
هوا ڪجهہ بہ ناهي!!

# جڳن تائين جئي سگهندس

ڪو بہ نہ جئي سگهي ٿو
آڪسيجن بنان
پر خلا مان سموري آڪسيجن
ختم ڪرڻ پڇاڙان
ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ تي بہ
جئي سگهندس مان!
جڳن تائين
ڇو تہ
تنهنجي بت جي اندران
وري آئي هوندي جو
اها ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ
خلا ۾.

# آخري ڪسِ، آخري ڪَشُ

بن آڱرين ۾ نہ جهلجندڙ
سگريٽ کي
آڱوٺي جي سهاري سان جهلي
ڏڪندڙ هٿ
چپن تي آڻي!
ڪمان ۾ ڄڻ تير پيو
تير ڇٽو
دونهين ۾ گم ٿي ويا سپنا!
زخمي زخمي چهرا ٿي ويا
ڪو بہ نہ ڪنهن کي ڏسي سگهيو ٿي!
ڪو بہ نہ ڪنهن کي پسي سگهيو ٿي!
چپ لاليءَ کي
سگريٽ ڳل تي
آخري ڪسِ هئي
آخري ڪَشُ هو
سگريٽ جي فلٽر آڏو
مونوگرام بہ جلي ويو
منهنجي جيءَ جيان.

# آءُ تہ وڇڙي هڪ ٻئي کان

اڄ تائين گڏ رهيا آهيون
مرڪيا آهيون
سوچيندا هيئون
جيون ڪنڊ پتاشو آهي
آءُ تہ وڇڙي هڪ ٻئي کان
دود دکائي
هر ڪو پنهنجي منهن سوچي پوءِ
وڇڙڻ سان آخر ڇا ٿئي ٿو؟
جيون ڇاهي؟!

# تنهنجو نالو

دل جي پڪي ۽ پختي
پٿر تي جو تو
پيار تيشيءَ سان
پنهنجو نالو لکيو
سو نہ کنهن متڪي سان
نہ ئي پاڻيءَ جي ڦڙي ڪِرڻ سان
ڪڏهن ڊهي ٽو سگهي
پر جي ڏٽي نہ ڪري پر!
ڏنو بہ تہ
پڪ ڄاڻج!

تون
ئي
تون


ذهن منتشر ٿي ويندو ان ويل منهنجو.

# روح جي رشتن جو ڪو ٻيو عنوان نہ آهي ٿيندو

تون مون تي ويساهہ رکين جي!
مڪ پنهنجي تي مرڪ پکيڙي
سرهاڻ کي ٻاڪر پائي
ساري الجهن ساري ڏک کي
من جي آڳنڌ منجهہ سهيڙي
باڪس جي هڪڙي تيليءَ سان
تن کي ساڙي، منهنجو هي سگريٽ دکائي
تيليءَ کي سينڊل هيٺان چيڀاٽي ڇڏ تون!
۽ پوءِ منهنجي خواهش خاطر
مون کي پنهنجو ساٿي سمجهي
مون سان هڪڙو عهد ڪندينءَ تون ؟!
من آڱر تي سرهائيءَ جو ٻوٽو پوکي
پنهنجي جيون کي جيئندينءَ تون؟
هان؟!!

# ڪو بہ بيوفا نہ آهي

مان! جو قائل آهيان تہ
”جيئن هر ماڻهو آزاد ڄائو آ
ائين ان کي آزاد رهڻ جو حق آهي.“
سو مان ڪيئن چوندس تہ ”تون بي وفا آن!“
”بيوفا“ تہ جاگيرداري دور جي پريمين جو
آخري هٿڪنڊو / طعنو / گار هئي
۽ مان تہ ڄاڻان ٿو تہ
”پيار ذهني هم آهنگيءَ جو نالو آ.“
تنهنجي مون سان ذهني هم آهنگي نہ ٿي سگهي
تہ توکي جدا ٿيڻ جو حق آ
ڪو ڪنهن جو نہ نوڪر آ نہ ٻانهو
ان ڪري ڪو بہ بيوفا نہ آهي.

# ٻهاري ۾ چوڙين جي مڌر آوازن جي سنگم تي

هي تنهنجو گهر!
من ڪمري جي گادرن ۾ تيئرن تي اداسيءَ جو ٻارو
ذهن جي صحن تي ٽوهر جي وياڪلتا
سناٽو، سناٽو، سناٽو!!!
هي تنهنجو گهر
هيءَ تنهنجي زندگي!
چوويهه ئي ڪلاڪ چڻ اگهور ننڊ ۾ ستل!
چار پتيون، هڪ ڇت ۾ ڪجهه ٽڪرو ڌرتيءَ جو
مون وٽ بہ آهي، هڪ گهر
جڏهن آسمان تي ڪڙندو آ وهائو تارو
ڪويلن جي ڪوڪڻ ۾ سج ڪني ڪيڻ ڪان پهريائين
گهر آڳر منجهان
ٻهاري ۾ چوڙين جي مڌر آوازن جي سنگم تي
جاڳي پوندي آ منهنجي زندگي!

## ناهڻ اوکو، ڏاهڻ سولو

بس جي دريءَ مان
هوا جي اوڇتي
جهوٽي لڳڻ سان
وارن جي سيٽنگ ڊهي وئي!
هاڻ سڌ پئي!
ناهڻ ڪيڏو اوکو آهي
ڏاهڻ ڪيڏو سولو آهي!

# آشائن جو گلدستو

آشائن جو گلدستو
هٿ منجهان
پٽ تي ڪريو
گلدان ٽٽي پيو
گل گل ٿي ويو گلدستو
پن پن بڻجي سيئي گل
وکري ويا
من فرشَ تي.
ذات سمهي پيئي!

## زندگيءَ جي ڪڙي اگري وسڪي

آ تہ زندگيءَ جي
ڪڙي اگري وسڪيءَ کي
گلاس ۾ اوتي
نيڻ نيٽن سان
پاڻ منجهہ ٽڪرائي
مايوسيءَ جي وات ۾ اوتي
فرسٽيٽڊ ذهن کي
ڪجهہ گهڙيون تہ
سڪون ڏيون!

# چئوطرف، چوڌسا تون ئي تون

مون ذرتيءَ ڏانهن ڏٺو
توکي پسيو
مون آڪاش ڏانهن ڏٺو
توکي پسيو
مون خلا ۾ گهوري ڏٺو
توکي پسيو
۽ بئي لمحي جڏهن مون
اکيون ٻوٽي ڇڏيون
تڏهن بہ مون کي تون ئي تون نظر آئينءَ!

# تڏهن تہ تارا برسڻ لڳا هن

گهنگهور گهٽا جي
رُت نہ آ
آڪاش تي ڪو
بادل بہ نہ آ
ڪو تہ ايندو هوندو اسانِ ڏي يي
تڏهن تہ
تارا برسڻ لڳا هــنِ!

# پريم ڀوٿو

دل جي ڌرتي
نوٽ تي وئي هئي
تون جو بادل
ترسي پئين
۽ برسي پئين
من جي ڪيٽريل
ڌرتيءَ تي
اڇليل ٻيجو
ڌرتيءَ جو
سينو چيري
ڦٽي پيو
پريم ڀوٿو!

# ڱيتن جي ماڙي

هيءَ ڱيتن جي ماڙي
خيالن بلاڪن تي جوڙي
ڪئي راس آهي
مون تو لئه پرين!
تو لئه پرين!

تون
ئي
تون

# جذبن جون ڏياتيون

آءُ جذبن جي
ڏياتين منجهان
آڳ ٻاري
آمر ذهنن جي
سوچنَ کي ساڙي
ڪري رک ڇڏيون!

## تنهنجو تصور

ڳَگهه انڌاري
رات ڪاريءَ ۾
روشنيءَ جي ڪرڻن سان
وهنجي ويو
منهنجو ڪمرو
اوچتو هي
ڪنهنجو تصور اچي ويو؟

## دل جي Call bell

ننڊ ديويءَ
پنهنجي هنج ۾
سپنن جون ڪي لوڪ ڪٿائون ٻڌائيندي
ڇڏيو سمهاري
پر هي اوچتو!
دل جي Call bellڪنهن وڄائي
جو ڇرڪي، اٿي
۽ روئي پيس.

## خالي جهولي، ڀريل جهولي

آئون تہ
پيار جو جهول ڀري
نڪتو هئس
ونڊڻ/ورڇڻ
۽ جڏهن موٽيو هان
تہ ۾ خالي جهول ۾
هيڏيون نفرتون!
وري بہ تنهنجا احسان
۽ مهربانيون!!

# ظفر جو گيت

وري اڄ ٿي ڏرتي ڏبي
۽ آڪاش لرزي
وري اڄ ٿو پڪ ساڻ
ظفر جو ڪو گيت آلاپجي!

# شايد

اوهان کي
ڪنهن ڪويءَ جي
ڪرڪڻ جي پرواهه ناهي!
اوهان پو تہ شايد
انسان ناهيو!

# مان جڻ آهيان تئو ڪوئي

مان جڻ آهيان
تئو ڪوئي
جلندوَ بہ رهان
ڪلندو بہ رهان!

# جذبي بن تخليق

جذبي
بن تخليق
إئين جيئن
ساهہ بنان
كو بوتو!

تون
ئي
تون
58

# منهنجي خوشنصيبي

مون کي تڙپائڻ منجهان
لطف ملي ٿو جي توکي
تہ منهنجا جاني
مان تہ پوءِ بہ
خوشنصيب آهيان!

## ڏات منڏيئڙو ناهي

تون ڏات منڏيئڙو ناهي
ئي
تون جنهن سان
60 ڏال رڏيان مان ويهي!

## سندر سنجها لڙي وئي ٻڙي وو

جڏهن نيڻ سورج جي آڏو
هي رخسار تنهنجا
ها لٽڪي پيا
تڏهن پڪ چاتو هو مون تہ
سندر سنجها تڏ
لڙي وئي
ٻڙي وو!!

## ڪني آهين ڏاڍي ڪا

سوچن منجهہ سجاڳيءَ ۾
۽ ننڊ ۾ سپنن روپ وٺي
نہ جاڳڻ تي ڏين
نہ سمهڻ تي ڏين!
ڪنيَ آهين ڏاڍي ڪا!
ايڏي ياد ڇو ايندي آن؟!

# توکي حاصل ڪرڻ

توکي حاصل ڪرڻ
چڻ
بورڊ آف انٽرميڊيئيٽ اينڊ
سيڪنڊري ايڊيوڪيشن سکر جي
انٽر ڪيمسٽري
پيپر ۾ پاس ٿيڻ - رڳو!

## اف! پوءِ بہ تنهايون!

هي جبگ مبگ جبگ مبگ تارا
هي چاندوڪيون
۽ هوائن جون ٽنڏڙيون ٽنڏڙيون
هي لرزشون
پنهنجي ساهن جون
مڌر هي آهٽون
. . . .
تون
. . . .
ئي
. . . .
تون
اف پوءِ بہ تنهايون!!!

# سج بہ موڪلائي پيو ۽.....

وجان ٿو ڏور
گهٽو ڏور
بي ڪنهن وستيءَ ۾
نما شام جو
هي سج بہ موڪلائي پيو
۽
اڄان بہ تون آهين جا
چپ ڪيو
ويٺي آن!

## اسان اي دوست جيئون پيا اجان بہ هن زماني ۾

توهان جي گهر جي
ڪنهن ٻارڙي کي ڏسي
مرڪي ۽ ٿورو پيار ڪري
اسان اي دوست!
جيئون پيا
اجان بہ هن زماني ۾!!

## اڻپورو پورٽريٽ

پهرين نظر منجهه
توکي ڏسڻ سان
جڏهن کان آ مون
توکي چاهي وڌو
تڏهن کان وني
پنهنجو اڻ پورو پورٽريٽ
نہ آهيان ناهي سگهيو
الائجي ڇو؟

# ٿوهر جو وڻ

توبن پيارا
مان ائين ڄڻ
ويرانيءَ ۾
تنها تنها
ٿوهر جو
کو وڻ!

ٿون
ٿي
ٿون

# بجلي

تون ڪرنٽ جي تار
مان ارٿ جي تار
ملون ٿا جڏهن
سئيچ آن ڪرڻ سان
ٻري ٿو پوي
روشن بلب!

# منهنجي چاهت ڪنواري ڇوڪرَ!

تون منهنجي چاهت ڪنواري ڇوڪرِ!
ني هر ڪِنهن ماڻهوءَ م
تون تس اڪ!

# تنهنجي ياد ڳيڙي

هر رات
تنهنجي ياد
ڳيڙيءَ جيان
اڇي
مون کي
تڙپائيندي آ!

# آشا

كاش! مان
دل جي گهراين منجهه
كتكتايون كيي
حقيقي مرك
سموري لوك جي
مك تي سجائي سگهان!

## اڙي نند ديوي

اڙي نند ديوي
هلي وڃ هتان!
ڏور
ڪاڏي هلي وڃ!
اسان اڄ الائي ڇو
جاڳڻ ٿا چاهيون!

## هڪ ياد ڪنييءَ وانگيان

تون ڇڏي هلي وئينءَ
ان ڏهاڙي
هڪ ياد
ڪنييءَ وانگيان
ڦٽي دل مان
ٻئي ڏينهن
جوان ٿي
۽ ٽئين ڏينهن
مرجهائجي وئي!

# مان اڪيلو هجان

جنهن ويل فضا ۾ راڳ جو
ماحول ڇائي طاري
هوائون زور سان نچن ۽ جهومن
موسيقي بادل وڄائن
۽ ڪنوڻ گٽار
اندلٿ ديوي جهومي ڳائي
ڪو اهڙو راڳ
جو زندگي احساس مان
تڙپي پوي، روئي پوي
سڏڪي پوي
روئي روئي
ڪلي پوي!
ان سمي ۽ ان ويل
هن شهرڪان ڏور ڏور
ڪنهن شاهه بلوط جي وڻ هينان وينل
تون نہ هجين
مان اڪيلو هجان
مان اڪيلو هجان!!

# اڄ جي ملين تون

ڏينهن ڏکن جا گيت نہ ڳائي
رات نہ روئي!
ڏات نہ روئي!!
ذات نہ روئي!!!
پرهہ ڦٽي پيي لڙڪ نہ لاڙي
ٽاڪ منجهند پيي تير نہ ماري
دل هيءَ منهنجي هار نہ کائي
من پيي اڄ مضبوط رهي
ڪويل اڄ هيءَ لات نہ ڳائي
اڄ جي ملين تون!!

# منهنجي سالگره جو ڏڻ

اڄ! منهنجي سالگره جو ڏڻ آ
ڪنهن کي بہ سڌ نہ ڄڻ آهي
انيڪ ماڻهن جي هن وستيءَ ۾
ڪو هڪ بہ ماڻهو اهڙو ڪونهي جو
اٺويهن سالن جو ڏونگر ڏارڻ ڪانپوءِ
اٺويهن ميلن جي پيرين پنڌ،
اڻانگن رستن تان سختيون سهي،
ميل جي پٿر تي پهچڻ تي
۽ اٺويهن لهرن ۾ جهاڳَ /لڙهڻ ڪانپوءِ
نيستو ۽ بي سڌ، بي حواس ۽ بي حس
اداس ۽ مايوس تي ويل مون کي!
پل ڪن لاءِ ئي اتساهي.
ٻانهن ڳلي ۾ پاڪر پائي،
ائين چوي ڪو.
مڙسن تي مهلون ايندين هن.

رات غمن جي ڪٽڻي آهي.
سياڻ پرهه جيڪا ڦٽندي سا
ممڪن آهي
تو لئه ڪو سنديشو آڻي
خزان جي شام ۾ بهار ماڻي
گذريل سال تحفو ڏيندي تو
ائين چيو هو
”18 سال دکن جا ڪاتي اچڻ تي مون پاران داد واڌائي!
ائين به چيو هيئي!
”حالتون رهن نه رهن، مون کي هر پل گڏ پائج،
تصور ۾ جيڪو چاهيئه سو سات ڏينديسانءِ!“
۽ اڄ! اڄ جڏهن،
بهار جي هن موسم ۾ سيني ماڻهن کي
خزان ڇڏيو آهي، ڇاڻي تنَ
تصور ئي تصور ۾ مرڪ ڇپن تي آڻي، سامهون
طرحين طرحين گلن ـي جهومندو پسي
هوا کي سازن ۽ آوازن جا لهرا ڳائيندو ڏسي
پکين کي گيت ڳائيندو پائي
جهڙ کي ڦڙ ڦڙ وسائيندو ڏسي
ڪپڙا پڇائيندي خوش ٿيان ٿو ته ڪائنات جي هر شئي ”تون“ ٻڌجي،
مون کي اتساهي رهي آهين، بقايا زندگيءَ جا عذاب ڀوڳڻ لاءِ!
پر اوچتو هيءَ خوشيءَ جي هيانءَ ۾ ٻرڇي
مسرتن جي سيني ۾ ڪانُ!
ڪٿي ائين ته ناهي ته تون!
پريتما نه پر
دنيا جيَ وڏي ۾ وڏي فلاسفر آهين!

تون
ئي
تون

# پوسات/نيوٽران بم جي خالق ڏانهن

او احمق
اوناداَن
سائنسدان!
سائنس سک رسائيندي آ
ان مَـتي کي موڙي تو
پنهنجو ذاتي ورثو سمجهي
ڏکن خاطر ڦولهيو تو جو،
نيوٽران جو فارمولو
ان کان اڳ ڪجهہ سوچيو هيئہ!
۽ تو ڪجهہ سمجهيو هئو
اسان تہ جڳ جڳ
فتني فساد جا رهيا آهيون مخالف
اسان تہ تڏهن بہ توکان پڇيو هو.
جڏهن تو بندوق ناهي
تو پستول ناهيو
روالور جوڙيو
۽ رائيفل بہ ناهي

اسان تہ تڏهن بہ توکان پڇيو هو
جڏهن اسٽينڊ گن کان اڳتي وڌي
دستي بم، ٽائيم بم، ناهيئي
۽ تو جواب ڏنو
Safetyڪارڻ
اسان في الحال تہ چپ ٿي ويا هئاسين پر
وري جڏهن تو
ايٽم بم جوڙيو
اسان هو تڏهن بہ توکان ڪارڻ پڇيو.
۽ تو جواب بدران
ناهي وڏو نيوٽران بم
۽ چيئہ
ايٽم بم سان جڳهون بہ ختم ٿي وينديون
ملڪيتون پڻ ٿي وينديون ناس.
ان ڪري مون ناهيو آهي بوساٽ بم.
جنهن ۾ ڪو نقصان نہ ٿيندو
ڪا جاءِ نہ ڊهندي
ڪا ملڪيت نہ دفنائبي.
بس! رڳو ماڻهو مري ويندا
(انهن جا وارث)
او احمق!
جايون جڳهيون ۽ ملڪيت
اُتم آهن انسان کان؟
حيف اٿئي ڙي حيف اٿئي
ماڻهوءَ مُلهہ نہ ڄاتئي!
ماڻهوءَ مانُ نہ ڄاتئي! تون
ماڻهوءَ شانُ نہ ڄاتئي! ٿي
تون

## پنهنجو نينهن نيائي ڇڏيون

هار ۽ جيت جي وچ ۾
جنگ لڳي وئي آ
اڄ جو ڏينهن پڇاڙيءَ جو آ
يا هار جو يا جيت جو!
سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾
جنگ لڳي وئي آهي.
اڄ جو ڏينهن پڇاڙيءَ جو آ
يا سچ جو يا ڪوڙ جو!
زندگيءَ ۽ موت جي وچ ۾
جنگ لڳي وئي آ
اڄ جو ڏينهن پڇاڙيءَ جو آ
يا زندگيءَ جو يا موت جو!
اچو تہ دوستو! ويهن ئي ننهن جو زور ڏئي،
هار، ڪوڙ ۽ موت کي مات ڪيون.
جيت، زندگيءَ ۽ سچ جي سوڀ لئہ
سر ترِيءَ تي رکي
ڪنڌ اڏيءَ تي رکي،
پنهنجو پاڻ ملهائي ڇڏيون.
پنهنجو نينهن نيائي ڇڏيون.
ٻي زندگي ملي نہ ملي.
هيءَ زندگي تہ ماڻي ڇڏيون!

# جذبي کي زندان ڪندو ڇا؟!

منهنجي منزل پري پري آ
جاتي ڪوپي چارو ناهي.
جاتي ڪوئي پيرو ناهي.
رستو ناهي، راهه بہ ناهي.
روڊ بہ ناهي، بس بہ ناهي.
لاري يا ڪا ويگن ناهي.
موٽر ۽ ڪا ڪار بہ ناهي.
پٿر پٿر راهه اتان جيِ!
ڪنڊا ڪنڊا رستو تنهنجو،
پوپي ڏس مان يار وجان ٿو.
دشمن سان مان وڙهان پيو ٿو.
بس مون وٽ هڪ جذبو آهي.
جذبي سان گڏ جانِ بہ آهي.
ڇا ٿي پيو جي روڊَ نہ آهي.
لاري بس يا ويگن ناهي.
موٽر يا ڪا ڪار نہ آهي،
پيرو ناهي چارو ناهي،
ڇا ٿ ، پيو جي انڌارو آهي
رستو ۽ ڪا راهہ بہ ناهي،
پٿر، ڪنڊا، هن وچايل.
پو پي ڏس مان وجان پيو ٿو.
ريڙهين پر مان رڙهان پيو ٿو.
پنهنجي منزل ڏانهن وجان پيو.
منهنجي منزل پياري منزل،
هيڏيون سختيون راهن ۾ پر
پوپي ڏس مان وڃان پيو ٿو
بس مون وٽ هڪ جذبو آهي تون
جذبو، جذبو، جذبو آهي ئي
جذبي کي زندان ڪندو ڇا؟ تون
جذبي کي طوفان ڪندو ڇا؟؟

# ڏات

ڏات ڏکن جو ڏيهہ بہ آهي
ڏات سکن جي سيج بہ آهي،
ڏات ڪا محبوبا يي آهي
ڏات ڪنواري ڇوڪرِ يي آ
ڏات غمن جو نانءُ بہ آهي
ڏات تہ ٽڙيل ٽهڪ بہ آهي
ڏات منجهند ڪا تاک بہ آهي
ڏات ڪا لڙندڙ شام بہ آهي
ڏات اجايل هرٽي پڻ آ
ڏات ڪا ويران صحرا پڻ آ
توکي ڪهڙي سڌ ظفر!
ڏات هتي تہ ٿياس، بہ آهي!

# ڪوڙو پيار

محفلن مان اوچتو ئي اوچتو
ٿهڪن، چرچن، ٻوڳن وچ مان
ڪوئجي وڃڻ / گم ٿي وڃڻ
يا رات جو اڪثر ڪري
ننڊ ئي ننڊ ۾
هٿ هڪڙو، پنهنجي ئي
ٻئي هٿ مٿاران رکڻ
سرڪائي ٿورو زور ڏئي
چپن تي آڻي
چمي ڏيڻ
مرڪي پوڻ
۽ اوچتو ئي اوچتو
ڇرڪي پوڻ
جاڳي پوڻ
روئي ڏيڻ!
منهنجو توسان اهو پيار مني!
جي چئين ٿي تہ شايد
ڪوڙو ئي هوندو!!

# سونهن نگر جي شهزادي

او سونهن ننگر جي شهزادي
آ- رات اسان وٽ اچ
تہ پوءِ ھيءَ
ڏات جي ديوي رقص ڪري
نہ تہ ڏات جي پايل
گھائي پئي آ
ڪَنجي وئي
لوڪ تماشو ديکڻ ڪارڻ
اُپيبرو ھي بيٺو آھي!
چنڊ ستارا
قاتل پوتيون
چچريل چوليون اوڍي!
نيڻن ۾ آشا جو ڪاجل
پائي پيا تا گھورن
۽ سونهن نگر جي شهزادي
جي رات اسان وٽ ترسي پئينءَ
۽ تورو تورو مرڪي پئينءَ
تہ.......؟
ڏات جي ديويءَ ساڻ ڪني
دونهاتيل ھيءَ ڌرتي،
سج چنڊ تارا سيئي
پنھنجي دل جي دريا مان
مرڪ ڪٽورا پُر ڪري
پيگ پيگ سان ٽڪرائي
نچندي نچندي پيئن/پيارن
۽ جھومي جھومي ڳائن!

# روشنيءَ ۾ نہ مل

روشنيءَ ۾ نہ مل
روشنيءَ ۾ جي ملينءَ
توکي مون کي ڳڻ ڏسي
ڪو شاعر
شعر چئي وجهندو!
روشنيءَ ۾ جي ملينءَ
تہ اسان جي،
جسمن جي پاڇن کي
پاڻ ۾
ملندو ڏسي
ڪو آرٽسٽ
چتر نہ ٺاهي وجهي!
ان ڪري روشنيءَ ۾ نہ مل
ان ڪري
اڄ نہ مل!
جو اڄ چنڊ آهي متي
وري ملجان جڏهن
هجي ڪا اماس رات
جو ڪو شاعر
اسان کي ملندو نہ ڏسي
ڪو شعر نہ چوي
ڪو چترڪار چتر نہ جوڙي
اسان جي پاڇن کي ڪوئي
ملندو نہ ڏسي
اسان جي چپن کي
ڪو ٻيو چمندو نہ ڏسي!

## اڄ جا دودا

ڪلهه جي دودي
جنگ لڙي هئي
ننگن مٿان
نثار ٿيو هو.
ڌرتيءَ خاطر
پاڻ ڪٺو هو.
پنهنجن جي لئہ
پاڻ پتوڙي!
غيرن جو هن
ڪنڌ ڪٽيو هو!
اڄ جا دودا!
چپ چو آهيو؟

# جيون، رنگن جو ڪئنواس

رنگن جي آ راند
جيون رنگن جي آ راند.
هت ريتو رنگ
هُتَ پيلو رنگ
هُتَ سائو رنگ
هتَ نيرو رنگ
چَئُ ڏيوي اندلٺ
جيون رنگن جي آ راند.
برش ڦري ٿو
رنگ وٽڙي ٿو
رنگ پکڙي ٿو.
۽ پوءِ هڪڙو رنگ نهي ٿو.
چوڏس ڪاري رات
هي جيون وصل ۽ ويو
هي جيون رنگن جي آ راند!
جيون رنگن جي آ راند!

# جي اڄ تي تون ملي پوين

هي پيگ جام هٿ منجهان
ڪري پوي، ٽٽي پوي،
سالن ڪان هٿ ۾ جهليل،
سگريٽ ئي سڙي پوي،
بيمار بستري تان دل!
اٿي پوي، نچي پوي!
ڪو راڳ ڳائجي پوي،
۽ ساز دل ڇڙي پوي،
هيءَ زندگي ٺڙي پوي،
۽ روشني ڪڙي پوي،
ڪو گيت پڻ جڙي پوي،
۽ سرد سوچ ذهن مان
ڪا آڳ تي ٻري پوي.
.......
.......
.......
.......
جي اڄ تي تون ملي پوين،
۽ ٿورڙو کلي پوين!

# گيت نئون ڪو

درد لڪايو، جهومو جهومو
ڳايو ڳايو، گيت نئون ڪو.
پنهنجي مک تي مرڪ سجايو،
ڳايو ڳايو، گيت نئون ڪو،
دل ديول مان دک هٽايو،
ڳايو ڳايو، گيت نئون ڪو.
نينهن لڳائي نيت نڀايو،
ڳايو ڳايو، گيت نئون ڪو
مرڪي مرڪي گيت ٻڌايو،
ڳايو ڳايو، گيت نئون ڪو.

# خالي فريم

تو تہ چيو هو ....
”منهنجي تصوير جي جاءِ تي ڪا
بي تصوير اچي ويندئي!“
سوچيان ٿو تہ
پوءِ بہ هي فريم
اڃان ڇو خالي پيو آهي؟

## ٻڄان ٿو

نانءُ تنهنجو تہ ڇا
پنهنجو بہ ڪو نہ ونبو هاڻي
متان اي دوست!
تمنا َنئين ڪا جاڳي پئي!

# چا ڪيان؟

چئين ٿي تہ
مڃان ٿو
مرد ڪي سونهين نہ ٿو روئڻ
پر!
اڄ اوچتو ھي لڙڪ نيٺ لڙي پيا آهن!

# ڪھڙيون شڪايتون؟

ڪنھن سان ڪبيون
شڪايتون؟
نفرتون ئي نفرتون
نوڪرون ئي نوڪرون
آهن اسان جي ڀاڳ ۾!

# آءُ تہ سياڻي ٻيو ڏينهن ٿئي

جي
منهنجي وڇوڙي سان
توکي خوشيون ملن
تہ پوءِ آءُ تہ جاني!
سياڻ،
ٻيو ڏينهن ٿئي!

# صلاح ڏي

ٻڌائي ڇڏ تہ
تون
ڇا جواب ڏيان؟
ئي
تون
پڇن ٿا :
”ٿهڪ ڪوڪلا ڇو اٿئي؟!“

## واعدن جي جواني

ٻڌ! هي ٻاراڻا واعدا
ٻارن جيان
جوان بہ ٿي ويندا ٿئي!

تون
ئي
تون

## دوکو

مون کي ڏيندو آهي دوکو
هر هک خط،
ٽيليفون جي هر رنگ
۽ در جو هر کڙکو.

# امان جي شڪايت

”بس امان!
الائجي ڪهڙي
اڏوهي ڪائيندي ٿي وجي
چوڪر ڪي!“
ڪالهه امان پئي چيو
پاڙي وارن ڪي!

## ٽي دوکا

مون سان پهريون دوکو، اهو ٿيو جو
ڄمڻ کان اڳ
مون کي پيدا ٿيڻ ويل ڇيو ويو تہ
هوءَ دنيا ڏاڍي خوبصورت اٿئي
۽ سڀ ڪجهہ تولاءِ بنايل آهي!
مون سان ٻيو دوکو ٻالجتيءَ ۾ امان ڪيو
منهنجي وات مان ٻُبِي ڪڍي
نپل ڏئي ڇڏيائين
۽ مون سان ٽيون دوکو، جوين ۾ ”هُن“ ڪيو،
جنهن،
مون کي سمجهندي بہ، غلط سمجهيو!
پوءِ بہ الائجي ڇو
تنهي اڳيان جهڪندو آهيان!

# مشورو

بند دروازو روئي ڏئي
ڏسي توکي ۽ جي هي پيچرو
پڇئي منهنجو!
اکيون ٻوٽي
وڏو ٺهڪ ڏئي
ٺٺائي
وري رستو ئي
مٺائي ڇڏجان!

# واٽ ڏو ڀو مين؟

دل جي اٿاهه گهراين منجهان
اٿل ڪائي جڏهن ٻه
تنهنجي ساراهه نڪتي آ
منهنجي چپن مان.
تڏهن تو چيو آ:
”مان انهن ڇوڪرين منجهان ناهيان
جي تعريف ٻڌي خوش ٿينديون هن
منهنجي دل رکڻ لاءِ
منهنجي ساراهه نہ ڪندو ڪر!“
۽ جڏهن بہ حقيقت ڪي اڳيان رکي،
تو ۾ اصلاح ڪارڻ
سچ چيو آ مون
ڪا تنقيد ڪئي آ
تو وراڻيو آ
”مون کان اوڙر بہ اٿئي دنيا ۾
ڪوشش ڪر! ملي وينديئي اهڙي ڪا!“

# قربت

هوءَ مون کي ڪيڏي عزيز آهي؟
تون ڄاڻين ٿي نہ!
مان هن ڪائنات ۾ مري وڃان تہ
ڏوھہ هن کي نہ ڏجان
ڏوھہ
سونهن، سچائي ۽ پريم جو
ٿورئي هوندو آ؟!

## هاڻي مون کان گيت نہ لکبا!

منهنجي ڏات ڏکوئي وئي آ
تون هاڻي!
ني مون کان
تون گيت نہ لکبا!

# ماڪ

جڏهن ٻه
هٿ کو ڳل ٺڙي ٿو
تنهن ويل هو ڏات ڏٺي
۽ هو لات ڏٺي
۽ نينهن ڏٺي
پنيرڪيءَ جو
ان ويلي
روئي وهي ٿو
ماڪَ جي ٻوند جي روپ ۾!

# موت کان پوءِ جي دعا

کائنات خالق
منهنجا ڏٺي
منهنجي مرتئي پڄاڻان
رڳو هڪ دعا آ تہ
پنهنجي ئي تخليق صدقي
جهٽ لاءِ مون کي
موڪل تہ ڏيجان
تہ منهنجي وڇوڙي تي روئندڙ
ماڻهوءَ ڳلن تان
مان ڳوڙها اگهي ڇان!

# جي ڪنهن جي ٻہ ڳل تان ڳوڙهو ٻہ ڪوئي ڪِريو

اي پرين! زندگيءَ ڪي موت ۾ مٽاءِ ڇڏي
۽ روشنيءَ ڪي اونده هٽان ڪٽاءِ ڇڏي
سڪ ڪي ڏک هٽان چوٽ پيو رساءِ ڇڏي
آتما منهنجيءَ ڪي در در پيو رلاءِ ڇڏي
دل ڪي دل جي هيري سان پيو ڪٽاءِ ڇڏي
ڏيهہ جي ڏات ڪي پيو قيد تون ڪٽاءِ ڇڏي
ياڳ جي قلم ڪي الٽو پيو هلاءِ ڇڏي
سچ ڪي ڪوڙ جي ڪاري ۾ پيو لڪاءِ ڇڏي
بئنگ ميوزڪ، مرثئي تي پيو وڄاءِ ڇڏي
لوڪ پڇري ۽ تون ٺهڪ پيو لڳاءِ ڇڏي
لوڪ ڪي نوٽ آڏو گروي تون رکاءِ ڇڏي
هن پيٽ ڪي تون بک پيو ڪاراءِ ڇڏي
پر!!!
جي ڪنهنجي ٻہ ڳل تان ڳوڙهو ٻہ ڪوئي ڪِريو
۽ ڪنهنجي ٻہ مک تان مرڪ جي ڪسي تو
تہ پوءِ ياد رکجان
تون منهنجو صنم نہ آهين!
منهنجو صنم نہ آهين!!

# نيت

نيت ڪيم
سمهڻ جي
ڇهه ڪلاڪ
ننڊ جي
واسطي آرام جي!
منهن!
پرينءَ جي پار ڏي!
سپنن جو ثوابَ!
منڙي محبوب لئہ!

# تون ڪهڙو تخليقڪار آهين؟

تون ڪهڙو تخليقڪار آهين
جو پنهنجي ئي تخليق کي
پنهنجي ئي هٿن ساڻ
ازيتن جون تيليون ٻاري
ڏنيي رهيو آهين؟!

# انسانيت جا ٽهڪ

جڏهن هڪڙي تخليقڪار
پنهنجي ئي تخليق کي
ڇيري، ڦاڙي، مروڙي
ڦٽي ڪري ڇڏيو
تڏهن اي لوڪو
سيئي ازم
پوتيون پائي، برقعا اوڍي
لڪي ويا پنهنجي
نڪائن ۾
۽ هوءَ انسانيت
ٽورو پوئتي هٽي
پنهنجو مک
هٿن جي ٻڪ ۾ لڪائي
ٽهڪ ڏئي کل ۾ ٻڏي ويئي!

# ڏينهن ۽ رات جي تبيل تاڪ

ڏينهن رات جي ڪنڌ ۾،
ٻانهون وجهي
ڪائنس پڇيو،
"تون ايترو روئين ڇو ٿي؟"
رات روئندي، سڏڪندي وراڻيو
"ڇو جو تون ايترو ڪلين ٿو!"

# ماضي بعيد، ماضي قريب ۽ حال

ٿيو ڏهاڙي تو ۽ مون
گڏ گوليون خريديون هيون
ڪالهه، تو انهن جي ياڄي چاڙهي ڪائي ڇڏي.
تون
۽ مون اهي پوڪيون هيون.
ئي
اڄ تنهنجو وجود ڏرتيءَ تي ڪونهي
تون
۽ منهنجو گيت پيو آلاپجي.

# شرنائين جا سڏڪا

شرنائين جي گونج ۾
لاش جي ڪٽ ڪٽي
هي ڪانڌي جڏهن
ٿورو اڳتي وڌيا
آڪاش روئي ڏنو.
اندلٺ جي ستن ئي رنگن ملي،
ڪائنات تي ڪاري چادر
چاڙهي ڇڏي
۽ شرنائين جا سڏڪا گهٽجي ويا.

ٿون
ئي
ٿون

## چنڊ جي تيلي

رات!
چنڊ جي تيلي ٻاري
ڌرتيءَ ڏانهن
اڇلي ڇڏي!
ء مان!
سڄي رات
جلندو سڙندو
ء بحرندو رهيس.

# وايو منڊل

رات آسمان تي سج چڙهيو.
ڌرتيءَ تان ڪاري گابي
لت هڻي
ڪيرائي وڌو ڪيس.
گهوڙي وڌو هڻڪات ڪري.
ڪائي ڇڏيو ڪيس!
صبح تي
ٻڪريءَ ڦولهڙيون لاٿيون
جي آسمان تي تارا بڻجي
ٽمڪڻ لڳيون!

# اونده ۽ روشنيءَ جي ٽيبل ٽاڪ

اونده روشنيءَ کي چيو
"پاڻ هڪ ئي گهر جا ياتي ته آهيون،
پوءِ ڇو نه تون منهنجي حق ۾ هٿ کڻي ٿي ڇڏين؟"
روشني تجسس ۾ پئجي وراڻيو.
"جنهن ڏهاڙي
سچ
ڪوڙ جي حق ۾ هٿ کنيو،
ان ڏهاڙي
تون مان به تنهنجي حق ۾
ئي هٿ کڻي ڇڏيندس!"
تون



رنو کو نہ هوسين، بصر پئي وڌيا،
اسان جا لڙڪ هي سپ دغا ئي[illegible]
پتلا وفا جا اوهان ئي[illegible]
اسان بي وفا، بي وفا ئي[illegible]



پاڳل من جي پاڳل چاهت اجان بہ توکي چاهي ٿي،
گهڙي گهڙيءَ ٿي ياکي پائي، گهڙيءَ گهڙيءَ پرپائي ٿي،
رات نگر جي ديوي پنهنجي ڪومل چپڙن ساڻ،
وري وري ٿي لڙڪ اگهي ۽ وري وري پرچائي ٿي.



اسان جي جيئرا رهياسين تہ چاهي؟
جياسين، اسان يا مئاسين تہ چاهي؟
اوهان جي وفائن جا چرچا تہ هلندا،
بڌاسين تہ ڇا جي نہ بڌاسين تہ چاهي؟



اسان کان وئي هر ادا موڪلائي،
اسان کان وئي هر وفا موڪلائي،
اوهان جو رويو ڏسي منهنجي سائڻ،
اسان کان وئي هر صدا موڪلائي.



آءُ تہ تنهنجا لڙڪ،
نينَ ڪٽورن مان پيان،
سرڪي سرڪي ڍڪ.



ننڊ سپنا، جاڳ تصور،
حقيقت دور ئي سهي،
تون منهنجو، مان تنهنجو محور.



جذبي جهوريو جيءُ،
هيڪل هيڪل آءٌ ۽،
سپنا سوچون سيءُ.



سار تنهنجي ساز دل ڇيڙي ڇڏيو،
ياد تنهنجي ڪين ڪي رڪجي سگهي،
آ وري اڄ رات مون نغمو ڇيو.



ڪو بہ نہ آهي، ڪو بہ نہ آهي،
ڪو بہ نہ آهي، ڪو بہ نہ آهي.

مون کي اڄ پرڇائي جيڪو،
روئندڙ کي سرڄائي جيڪو،
منهنجو ميت چوائي جيڪو،
ڪنهن جو سڏ ورنائي جيڪو،
ڪو بہ نہ آهي، ڪو بہ نہ آهي.

منهنجو من پرپائي جيڪو،
تنهنجو گيت ٻڌائي جيڪو،
مون سان ساٿ نڀائي جيڪو،
۽ راڳو گنگنائي جيڪو،
ڪو بہ نہ آهي، ڪو بہ نہ آهي.

منهنجا وار سنواري جيڪو،
تنهنجي راهہ نهاري جيڪو،
جانيءَ کي پڪاري جيڪو،
ڪويل جان ڪوڪاري جيڪو،
ڪو بہ نہ آهي، ڪو بہ نہ آهي.

چارڻ چنگ وڄائي جيڪو،
گهايل من! لپائي جيڪو،
نيڻ برسات وسائي جيڪو،
ڪو بہ نہ آهي، ڪو بہ نہ آهي.



جڏهن ﺑﻪ ڪوئي گيت لکان ٿو،
جڏهن ﺑﻪ ڪوئي ميت ملي ٿو،
جڏهن ﺑﻪ تنهنجو شعر ٻڌان ٿو،
يادون من تڙپائن ٿيون.

ڪويل ڪائي ڪوڪ لنوي ٿي،
ڳيرو پيي آلاپ ڪري ٿو،
آڪاش ۾ ڪا ڪنوڻ ڪنوي ٿي،
يادون من تڙپائن ٿيون.

ڏينهن پنيان جڏ رات اچي ٿي،
تصور سان سوچون ساٿي ٿي،
سپنن ۾ پيي ذات اچي ٿي،
يادون من تڙپائن ٿيون.

تون جو ناهين منهنجي ڪارڻ،
ائين لڳي ٿو مون کي ڇڻ ڪي،
چنگ پيجي چڏيو هر چارڻ،
يادون من تڙپائن ٿيون.

تون ٿي سمجهين بي وفا هان،
پر منهنجو پيو نانءُ وفا آ،
ڪيئن ٿي چئين تون ”ڪنو صفا آن“
يادون من تڙپائن ٿيون.

جڏهن ﺑﻪ ڪوئي گيت لکان ٿو،
جڏهن ﺑﻪ ڪوئي ميت ملي ٿو،
جڏهن ﺑﻪ تنهنجو شعر ٻڌان ٿو،
يادون من تڙپائن ٿيون.

هاڻي مان شاعر ﻧﻪ رهيو هان،
ڪجهه ﺑﻪ ﻧﻪ آهيان ڪجهه ﻧﻪ رهيو هان.
شايد هاڻ ظفر ﻧﻪ رهيو هان،
يادون منّ تڙپائن ٿيون.



چوڏس رات شفاف، چوڏس گل اداس،
پوءِ بہ مان نہ نراس.

شاعر لئہ هر چوڪ تي، جڙيل آهہ تياس،
پوءِ بہ مان نہ نراس.

ٽٽل مورتي، ٽٽل سپنا ۽ هو سنگتراش،
پوءِ بہ مان نہ نراس.

مئل ماڻهو، مئل جذبا، مئل آ احساس،
پوءِ بہ مان نہ نراس.

سڪل ٻوٽو، سڪل مکڙي، ڌرتيءَ ناهہ ڪساس،
پوءِ بہ مان نہ نراس.



ڪيسا خالي پاڻ ٻڌائڻ،
آءٌ نہ ڄاڻان.

ڪاري هيڻان سچ لڪائڻ،
آءٌ نہ ڄاڻان.

پيار ڪري ۽ پوءِ پڇتائڻ،
آءٌ نہ ڄاڻان.

نظر مطلبيءَ ساڻ نهارڻ،
آءٌ نہ ڄاڻان.

پاڻ نہ پالي، ڪتا ڌارڻ،
آءٌ نہ ڄاڻان.

پاڻ کان اڳ ٻيا سڌارڻ،
آءٌ نہ ڄاڻان.



پنهنجي دل جو ڳجهو راز تنهنجي آڏو اوريان ٿو،
چيڙا پنهنجا چوريان ٿو.

ڪهڙي تند ۾ قرب محبت؟ اها تند مان ڳولهيان ٿو،
چيڙا پنهنجا چوريان ٿو.

باھ برھ جي ٻارڻ خاطر، ڪانيون اڳتي سوريان ٿو،
چيڙا پنهنجا چوريان ٿو.

تنهنجي خوشيءَ تي او ساٿي، ڏڪڙا پنهنجا گهوريان ٿو،
چيڙا پنهنجا چوريان ٿو.

هڪ هڪ موتي ڳولهي ڳولهي، مالها هيءَ مان پويان ٿو،
چيڙا پنهنجا چوريان ٿو.

تنهنجي خاطر اي ظفر! پنهنجو پاڻ پتوڙيان ٿو،
چيڙا پنهنجا چوريان ٿو.



دنيا گڏ سڏ، مان ڇو اڪيلو؟ سوچيان وينو آءٌ،
الو ميان سوچيان وينو آءٌ.

هر ڪو اڳ ۾ آءٌ اويلو؟ سوچيان وينو آءٌ،
الو ميان سوچيان وينو آءٌ.

ٻيا منهن ٻهڪيل، منهنجو پيلو؟ سوچيان وينو آءٌ،
الو ميان سوچيان وينو آءٌ.

جاڳڻ گهرجي، هاڻ سويلو! سوچيان وينو آءٌ،
الو ميان سوچيان وينو آءٌ.

هت ويراني، هت ڇو ميلو؟ سوچيان وينو آءٌ،
الو ميان سوچيان وينو آءٌ.



پٽائيءَ جي پونءِ تي قهر تبا ڪيڏا،
هٽ ڪارايون آگريون، سسي ڏڙ گوڏا،
جانب ڙي جيڏا، شاعر سنڌ جا ڪاٺ ۾.



شاعر سنڌ جا ڪاٺ ۾، هيءَ پٽائيءَ پونءِ،
پرمارن جي سر تي، ڪا نہ سُري تي جونءِ،
ڄاتو آهي مون، ڏرتي دڙها هٽندي.



پٽائيءَ جي پونءِ تي، واتن ڪي تالو،
رهيو آ انصاف جو، باقي ڪو نالو،
ڏاهپ ڏيوالو، ڪيو جاهل جوءِ مان.



پٽائيءَ جي پونءِ ۾ پاڳيو آهي چور،
جهنگل جي هن ويڙهہ ۾ نانگ تو ماري نور،
لاٽونءَ بنان ڏور، ونن پيا وائڙا.



پٽائيءَ جي پونءِ ۾ ڏريو پون ڏيل،
برن تا قنديل، مظلومن جي رت سان.



پٽائيءَ جي پونءِ ۾ رڄ جهڙيون راتيون،
ڇرڪن تيون ڇاتيون، ڏسي ڏڪر ڏيهہ ۾.



پٽائيءَ جي پونءِ ۾ ڪهڙو آيو دور،
مري ويا سڀ مور، ڪانون جي ڪان ڪان رڳو.



پٽائيءَ جي پونءِ ۾، ڏونگر جيڏا ڏينهن،
گدڙ وتن گهمندا، پڄري اندر شينهن،
جيڏا وسن مينهن، تيڏا ترڪنَ واهروا!



سچ، سچل، سندرتا، دين، ڌرم، ڌرتي،
اهڙي کا کوتا، جڙي جڳ جنسار ۾.



سچ، سچل سندرتا، ڏانءُ سموري ذات،
جاڻ وهائو نڪتو، ڦٽندي کا پرڀات،
اجهو کٽي رات، ڇڏيو کاهل ڪاهلي.



سچ، سچل سندرتا، ٿيئي زنده باد
سدا هجن شاد، ٿيئي ڌرتيءَ سنڌ سان.



مان ڪيئن کڃان مينڌرا، کڃڻ تي تالا،
سچار ۽ حقدار کي لڳن پيا پالا،
ڏنا ڏيوالا، ذات جي مون ڏيهه ۾.



ذات جي هن ڏيهه ۾، پيڙا پيڙا سچ،
بري پوندو مچ، دکي، پيڙ کان.



ڪاري ڪاري رات، ڏينهن قبوليان ڪيئن سا،
ڏاڍ، ڏکر ۽ ڏنگ مون، مور نہ کندا مات،
هوندم تيسين تات، جسو جيسين جيءَ ۾.



ڌرتيءَ ڪيو سڏ، آهي ڪو جو جيءُ چئي،
ماس ويو آ کورجي، رهيو وجي آ هڏ،
پو يي هو ڏس گڏ، آهي آسروند سان.



ڌرتيءَ ڪيو سڏ، مرڪي سڀ چئو جيءُ،
جيسين جيءُ جنجال ۾، تيسين ڪير ۾ پيءُ،
حال ڏسي هيءُ، جاڳي پئہ تون جوءِ ڏٺي.



جنسن سجڻ سامهان سکي سن جي ديد.
[illegible] کهڙي [illegible] [illegible] [illegible] جن جا

تون
نی
[illegible]



"جاڳي پيو تو شايد" ياءُ ياييءَ کي چيو "ياءُ اجا"
ٿي وڳي تاءِ ممکي تنهنجي ياد ۾ ڏسي ورائيندي پاسا.



وڏائي شيو ٻه توکي بدنام ڪرڻ نٿا چاهيون،
ورنه هاڻ ڇا ڇا نه ڪرڻ اسان ٿا چاهيون.



اعتماد واريءَ جا گهرڙا ته نه هن،
جي پل ۾ ٺهن تا ۽ پل ۾ ڊهن.



اسان وٽ نه بنگلا، بئنڪ بيلنس ۽ نه ڪارون هن،
پنهنجي مقدر ۾ ته لڙڪ اڻ ڳڻ ۽ هي سچايون هن.



رات اوڀرو، گگهه انڌيرو، ممان هوندس ۽ تنهنجي گهر جو رستو هوندو،
تو نٿي جيئبو! توتي پنهنجو سر گهوريندس، جيون سودو ايڏو سستو هوندو.



سٺو ٿيو ته هاڻي ئي سمجهي ته ويئو،
اسان ڪير آهيون! اوهان ڪير هيئو!



"مون کان وڏيڪ جڳ ۾، اور ملي ويندئي ڪا!"
اسان کي تڙپائي تڙپائي مارڻ به ڪيڏو نه سئولو آ.



سونهن ۽ سچ جو آ درد سان رشتو اهڙو،
تنهنجو مون سان، مسهنجو توسان پريم رشتو جهڙو.



سون
ٹی
سور

ڪو ماڻهو ڪاٺرتا جا ڪوڙ لڪائڻ ڪارڻ
هيل ۽ ... حاتي پنهنجو سچي آ حارڻ.

# نيو ٿنڪرس فورم جون اڳيون ڇپائون

**آرٽ ڪارڊس:**
شگفته شاهه، صنوبر سيد، وحيده قاضيءَ جي پاڪيٽ سائيز اسڪيچ ڪارڊس جا سيٽ (ختم ٿيل)

**گريٽنگ ڪارڊس:**
ڇپائيءَ جي شاعريءَ تي شگفته شاهه جا ڪلر اسڪيچ گريٽنگ ڪارڊ (=20/ رپيا)

**وڊيو سي ڊي:**
**آرٽ آف سنڌ:** وحيده قاضي، شگفته شاهه، ڊاڪٽر زبيده جوڻيجو ۽ انيلا ميراڻيءَ جي واٽر ڪلر، لائينز / اسڪيچ ورڪ، ايمبرائڊري ۽ گلاس پينٽنگ تي مشتمل 135 پينٽنگس جي وڊيو مووي، قيمت 60 رپيا.

| نمبر | ڪتاب جو نالو | ليکڪ | صنف | قيمت |
|---|---|---|---|---|
| -1 | مشعل ٻرندي رهندي | صنوبر سيد | ڪهاڻيون | ختم ٿيل |
| -2 | شاعريءَ جون صنفون | ظفر عباسي | صنفن جو تعارف | ختم ٿيل |
| -3 | خواب اکين جي شاعري | صنوبر سيد | نظمانو نثر | ختم ٿيل |
| -4 | ٽوڪان ٽيندي ڏار | صنوبر سيد | ڪهاڻيون | ختم ٿيل |
| -5 | ٽين دنيا | ظفر عباسي | ڪهاڻيون | ختم ٿيل |
| -6 | ڪنهن ڪنهنجي نند چورائي | نسرين سيد | شاعري | ختم ٿيل |
| -7 | رومن اسڪرپٽ سيکي ٻولين لاءِ | حليم بروهي | رومن اسڪرپٽ | =75/ رپيا |
| -8 | سونهن سندو ساگر | مقبول مارو | شاعري | =70/ رپيا |
| -9 | اڌورو اظهار | ثريا سرهاڻ گل | ڪهاڻيون | =20/ رپيا |
| -10 | جذبن جهوريو جيءُ | ساجده جبين | ڪهاڻيون | =60/ رپيا |
| -11 | مون ڪي هوائن ۾ ڳولجان | طارق خشڪ | ناول | =80/ رپيا |
| -12 | اسان جي ڳلين ۾ اوهان جا حوالا | نسرين سيد | شاعري | ختم ٿيل |
| -13 | نيرانا ٿي نيڻ | اويس قرني | شاعري | ختم ٿيل |
| -14 | دلڙي توکي ساري ٿي | ثريا سرهاڻ گل | شاعري | =25/ رپيا |
| -15 | سار جي خوشبو | مشتاق بخاري | غزل / شاعري | ختم ٿيل |
| -16 | خواب جاڳي پيا | نمر ناز | شاعري | =100/ رپيا |
| -17 | سپنا سڏڪن پيا | مهڪ جوڻي | شاعري | =80/ رپيا |
| -18 | شانا چين جا | وشال امير | غزل / شاعري | =80/ رپيا |
| -19 | منهنجي چاهت جي منزل | ڪزبانو سنڌو | ناول | =100/ رپيا |
| -20 | امر راڳي امر گيت (سرمد سنڌي) | ڪوثر ٻرڙو | گيت | ختم ٿيل |
| -21 | تون جيو هو | ظفر عباسي | غزل ۽ ترائيل | =80/ رپيا |
| -22 | چاهت جا گلاب | علي محمد سولنگي | غزل | =120/ رپيا |
| -23 | منهنجو من | سليم رضا | شاعري | =130/ رپيا |
| -24 | من اندر ۾ ڪير نه آهي | نسرين سيد | شاعرانو نثر | =80/ رپيا |
| -25 | تون ئي نور | ظفر عباسي | شاعري | =80/ رپيا |
| 26 | گل نه سڪا گوڙها | اويس قرني | شاعري | =100/ رپيا |

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، کِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـکَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَکَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بِين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصِي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِـئـي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَئَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجههَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڏ ڪان وڏ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)